# سليم ۽ ڪليم

رنگا هوٽل جي هيٺين طبق ۾ ڪاڌي لاءِ ريسٽورنٽ آهي، جيڪا ٻن ڀاڱن ۾ ورهايل آهي. هڪڙو حصو هيٺ ۽ ٻيو مٿي. ٻه ڇتيءَ وانگر مٿيرو آهي، جتي ۾ ڪاڌي لاءِ ٽيبل پيا آهن. اسين هڪ شام ۾ رات جي ڪاڌي لاءِ سويل ئي اچي هڪ ڪنڊ پاسيري ٽيبل جي چوڌاري ٺا ويهون. وائين جي خمار ۽ دلفريب ڳالهين ۾ جلدي ئي آسپاس جي دنيا کان بي خبر ٿي ٺا وڃون. وامق منهنجو دوست اردو شاعريءَ جون نفساتي نظمون، وائين جي پيڪ جي لئه ۽ ان جي لطف ڀري ڪوڙاڻ جي ميل ۾ سمائي، منهنجي پوري جوش وخروش سان ٻڌائي، اڻ ميو آنند ماڻي ۽ ماڻائي رهيو آهي. مان وري انهن نظمن جو ٽڪل قتل انگريزيءَ ۾ ترجمو ڪري، منهنجي روسي دوست گيدا کي ٻڌائي رهيو آهيان، جيڪو ڏاڍي لچاري نموني مشڪي مشڪي لطف ماڻي رهيو آهي.

هال جي هيٺ واري حصي جي ٻئين ڪنڊ ۾ سنگيت منچ آهي، جتي سازندڙ ويٺا آهن ۽ هڪ گائڪ ڇوڪري ٻڙ مائيڪ سنڀالي بيٺي آهي. سازن تي هٿ ڦرن ٿا ۽ گائڪا هڪ مست ڪندڙ، اولهه جي لڪڙي ڌن ۾ راڳ ڳائڻ شروع ٿي ڪري. ٽيبلن تان نوجوان ۽ نوجوانڙيون اٿن ٿا. منچ اڳيان ڪليل کهري ۾ اچي سنگيت جي ترنم تي جوڙي جوڙي ٿا هي نچڻ لڳن ٿا. ڦيرن ڌيري ڌيري، پوءِ ٿورو تکڙو ۽

پوءِ اڃا به نڪتو، سڀ مستيءَ جي عالم ۾ نچي رهيا آهن. سندن پورو جسم مچلجي اٿيو آهي. انگ - انگ انوکي لئه واري لچڪ ۾ اڇلي رهيو آهي. اسين مٿين طبق مان به سندن بدن جي سنگيت ۽ ادائگيءَ جو مزو ماڻي رهيا آهيون. هڪ ٻي انت مسرت محسوس ٿا ڪريون. لڳي پيو ته وامق جي نفسياتي نظم جا چٽر (Visual Images) هيٺ ظهور پائي رهيا آهن ...

اَچانڪ سنگيت جي ڌن بند ٿي ٿي وڃي. جواني واپس موٽي ٿي وڃي. خاموشيءَ ۽ خمار جي فضا طاري آهي. اٿين هت وڃي اسانکي ٻه ڪلاڪ ٿي ويا آهن - سنگيت ۽ وري سانت، سنگيت ۽ وري سانت! ۽ هڪ اهڙي سانت واري پل ۾ اسانجي پر واري ٽيبل تان آواز ٿو اٿي نڪري، "اَدا، وڏڪ گهٽو نه پيءُ ...!" هيءُ رڻ جو آواز، هيءَ پيچل جي تنوار، هيءَ ڌرتيءَ جي لولي - هيءُ آواز ڪنهن جو ڪٿان آيو! منهنجي هيانءُ ۾ چيڪ وڃي ويو. جدائي جي هڪ تيز وهڪ، سنڌو درياءَ جي ڇوليءَ وانگر اٿلجي پيئي. مون کان اڻ - شعوري طور نڪري ويو - "جيئي سنڌ!"

ٽيبل پرسان ويٺل ٻه جوان اٿي بيهي رهيا. اکيون مون ۾ اٽڪائي بيٺا. وچ واري فضا هڪ ساعت بيهي وئي. اسين هڪ ٻئي جي اکين ۾ ڪجهه ڳوليندا رهياسون. مان ڪرسيءَ تان اٿيس. وڌيڪ وڃي هڪ ٻئي ٻاکر ۾ ٻڌي ڪي پري ورتم ۽ سندن پيشاني به چمي ورتم. هو خاموش، مان خاموش ۽ پرسان ويٺل ٽيڪر به خاموش! وري ٻنهي کي الڳ ڪري زوردار ٻاکر پاتم. هڪڙي ڏاڍي گرم جوشيءَ سان ٻاکر پاتو ۽ ٻئي کان الاهي رڙ نڪري وئي.

مون چيو، "ادا، توهان ته اڃا جوان آهيو، مان ته سٺ سالن پوڙهو آهيان."



جواب هن ڪونه ڏنو. نديءَ پاڻ ئي جواب ڏنو، "سائين منهنجا، هيءُ منهنجو وڏو پاڻ ڪليم آهي ۽ هن خادم کي سليم چوندا آهن. هيءَ منهنجي ڀاڃائي تانيا آهي. ڇيڪوسلوواڪيا جي ڄائي آهي" ... تانيا به اٿي بيٺي، شايد ٿوري سنڌي اڻ - سمجهي وٺي هئائين. سندس هٿ پڪڙي، "توهان ملي مونکي گهڻي خوشي ٿي،" مون انگريزيءَ ۾ چيو. هوءَ ٿوري شرمائي، ۽ اکين سان منهنجي ستڪار جي خوشنما موٽ ڏيندي چيائين، "آءِ ٽو (مان پڻ)."

مون چيو، "مان فلاڻو آهيان ..." سليم ۽ ڪليم کان خوشيءَ جي رڙ نڪري وئي. منهنجين ٻنهي ٻانهن کي پڪڙي منهنجي ڇاتيءَ سان لپٽجي ويا. تانيا تعجب ۾ پنهنجي اکين جا ٻئي لينس منهنجي چهري تي فوڪس ڪري ڇڏيا. مون چيو، "دي آر سنس آف د سيم سائل، ٿو وچ آءِ بلانگ. (هيءُ ٻئي انهيءَ - ڌرتيءَ جا ٻالڪ آهن، جنهن مونکي جنم ڏنو آهي ...)" هاڻي هن اسرار سمجهي ورتو. ڏاڍي سڪ مان هٿ پڪڙي چيائين، "نائو آءِ آلسو بلانگ ٽو دئٽ لئنڊ. (هاڻي مان به انهيءَ ڌرتيءَ جي آهيان) ..."

گويا فلم جي ڪا سين شوٽ ٿي رهي هئي. گيتا ۽ وامق جو به نشو لٿي چڪو هو. مون ڏٺو، هو تعجب ۾ اسان طرف گهوري رهيا هئا. دراصل ٽيبلن تي ويٺل نر - ناريون هن اَڻ گونگي، اڻ بولتي فلم طرف ٿي ڏسي رهيا هئا. مون چيو، "ڪائينڊلي بي سيٽيڊ - (مهرباني ڪري ويٺا رهو.)"

"اوهين به اسان سان گڏ ويهو نه." سليم چيو.

"هينئر نه. منهنجا دوست پر واري ٽيبل تي ويٺا آهن. انهن جو ساٿ ڇڏڻ ٺيڪ نه آهي. ۽ مان رڳا ڇڏڻ کان اڳ ۾ اوهان سان ضرور ملندس." ٻئي ڏينهن صبح جو پوري

ڏهين اچي سندن هوٽل واري ڪمري ۾ ملڻ جو واعدو ڪري،
مان اچي گيٺا ۽ وامق جي صحبت ۾ ويٺس. ٻه جيترو وقت
هو ويٺا هئا، هن جون محبتي اکيون مون ۾ هيون ۽ منهنجون
پياسي اکيون کين ڏسي رهيون هيون. جڏهن هو اٿي ويا ته
۽ منهنجون اکيون انهن ڪرسين ۾ کتل هيون، جتي هو
ويٺا هئا.

ٻئي ڏينهن صبوح جو ٻوري ڏهين اچي مون وڃي ڏسيل
هوٽل جي ٽئين ڪمري جي در جي گهنٽي وڄائي. دروازو
کليو ۽ سامهون وارو نظارو ڏسي، مان دهشت ۾ پوڄي ويس.
مونکي شڪ پيو. پاڻ سان ڳالهايم، "شايد غلط ڪمري ۾
گهڙيو آهيان."

"نه سائين، اوهان بلڪل صحيح ڪمري ۾ آهيو،" در
جي پٺيان آواز آيو ۽ سليم نڪري ٻاهر آيو. دروازو کولي
سليم طاق جي پٺيان ڏسي لڪي بيٺو هو. "هيءُ ڪليم
اٿو..." هن چيو.

منهنجو سڄو بدن ڏڪي ويو. ڪليم پٺيرو ويٺو هو.
سندس اگهاڙي پٺي دروازي يعني منهنجي طرف هئي.
سندس پٺيءَ تي انگريزي اکر ايڪس (X) وانگر لوهه جي
تتل شين جا نشان هئا، جي چمڙيءَ کي ساڙي ماس جي
اندر گهڙي ويا هئا ۽ پوءِ انتي صورت ڏاوي بيٺا هئا. سڙيل
ماس ڳاڙهي- ڪاري رنگ جو، ڪلهن کان چيلهه تائين ... مان
سهي نه سگهيس. سيسرات پيدا ڪندڙ لهرون منهنجي ٻانهن
کي ڪمزور ڪري رهيون هيون. "ڪليم پٽ، ڪڙا پاڻي
چڙ..." منهنجون اکيون بند ٿي ويون.

اکيون ڏڪندي کوليم، جڏهن ڪليم اچي مونکي ٻاڪر ۾
جهليو. ڪيس قميص پيل هئي. ٻه ڪيس ٻاڪر پائڻ کان منهنجون



ٻانهون ڏڪي رهيون هيون، انهن ڪري سندس مٿي کي
پنهنجن ٻنهي هٿن ۾ جهلي، سندس پيشانيءَ کي چمندو
رهيس.

"ڪالهه اوهان چيو هو نه ته مان جوان آهيان... ها مان
جوان آهيان... ٻه منهنجي جواني لٽي ورتي اٿن. اوهان اچا
پٺيان سڄر نه ڏٺا آهن، جتي ڦٽڪا هڻيا ويا آهن ۽ جتان
ماس جا ٽڪرا اُڏامي ويا آهن..." سندس اکين جو بند ٽٽي
پيو. هو اوچنگارون ڏيئي روئڻ لڳو. زار زار روئي رهيو هو.
منهنجو هردو چيرجي ويو، جڏهن رڙندي چيائين، "بابا،
اوهين ملڪ جو چڙي ويا... جو اسان کي اڪيلو ڪري
ويا؟" مان کيس ٻاڪر ۾ جهلي بيٺو رهيس، جيسين سندس
دل جو درد پگهرجي پاڻيءَ جون شفاف بوندون بڻجي اکين
مان اوتجي ٻاهر نه نڪري ويو.

سليم مونکي ٻڌايو ته ڪليم پنهنجي ئي ملڪ جي قلعي ۾
ڇهه مهينا بند هو. هيءُ عذاب کيس اُتي ڏنا ويا هئا. اسين
اچي ڪرسين تي ويٺاسون. بيئرر چوڪري چانهه جي ٽري
رکي ويئي. سليم چانهه ٺاهڻ کي لڳي ويو. مون ڪليم جي
اکين ۾ قربانئي نيڻن سان نهاريندي چيو، "انهنجو ڏوهه؟"

ڪليم ٻي - فڪر ٻه گهري درد ڀري انداز ۾ چيو، "سائين
منهنجا، اسانجي ٽوليءَ چاهيو، ته اسانجي قوم جي هڪ
نياڻيءَ سان ڪيل ٻي - عزتيءَ جو بدلو، هڪ ڏوهي آفيسر
کان چڪايون. پر اسانجو نشان غلط نڪري پيو، مردود
بچي ويو..."

سليم چانهه جا پيالا وڌائيندي چيو، "اُدو جلاوطن آهي.
هاڻي چيڪوسلوويڪيا ۾ رهندو آهي. ڪجهه ڪم ڪري ٿو

۽ پڙهائي به جاري اٿس. مون تي به وارنٽ نڪتل آهن ... "

"۽ پوءِ تون ڇا ٿو ڪرين؟" مون بي-اختيار سوال ڪيو.

"مان جلد ئي وطن ورندس." هن ذاتي فخر سان ۽ محڪم انداز ۾ چيو، "سڀ ته ماءُ کي ڇڏي ڀڄي نٿا سگهون!" لڳم ته منهنجو اندر رڳ جو بيزار ٿي ويو آهي.

"پر انهن سڌو راڪاس جي منهن ۾ ٿُڪ ڏيڻ به ته مصلحت ڀريو نه آهي،" مون چيو.

"اوهين به ائين ٿا چئو... نه، اوهان ائين نه چيو هوندو. اها ضرور منهنجي ٻڌڻ جي ڀل آهي... اوهان ته راڪاسن ۽ ديوتائن جون يُڌون پڙهيون هونديون... هي به هڪڙي اهڙي يُڌ آهي... ادي جي ٻنيءَ تي ڪيل ايڪس وارو اکر هاڻي منهنجو نشان آهي. دشمن جي منهن تي اهڙا ٿڦا هڻندس ..."

سليم، جيڪو ويهارو سالن جو نوجوان مس پئي لڳو، ان جي مک مان هيڙا موت کي للڪاريندڙ اکر ٻڌي، منهنجي نظرن ۾ سندس قد وڌندو ويو ۽ ان قد جو پيڇو ڪندي مان ڇت تائين پهچي ويس ۽ ڏٺم ته ڇت مٿي کڄي رهي آهي ۽ سليم علاؤالدين جي جن وانگر وڌندو هٿ ۾ گهمائي آسمان ۾ ترندو، اڏامندو پيو وڃي ...

"سائين، ڇانهه ٺري رهي آهي ... اوهين مٿي ڇت ۾ ڇا ڏسي رهيا آهيو؟"

مان موٽي پاڻ ۾ آيس.

"ڇت ۾؟ ... ڇت ۾ مان آئيندي جي لکاوٽ ڏسي رهيو آهيان. آئيندي جي لکاوٽ پڙهڻ لاءِ نه، پر ڇٽڻ لاءِ لکي ويندي." هو پاڻ منهنجي اندر جي آنڌ مانڌ کي



سمجهي نه سگهيا. مون ڳالهه کي ٽارائيندي چيو، "اڙي ٻاچاڻي ڪٿي آهي؟ ڏسو، مون کان ته پنهنجي ڌيئڙي وسري وئي ..."

"هاڻي ته هيٺ لٿي آهي؛ اڄها آئي ڪي آئي،" سليم چيو ۽ بلڪل اوڏي مهل دروازي جي گهنٽي وڳي. سليم وڃي دروازو کوليو. تانيا صبوح جي ٽڙيل تازي گل وانگر اندر داخل ٿي. هڪ سندر گلدستو به سندس هٿن ۾ هو. هوءَ وڌي مون وٽ آئي. مان اٿي بيٺس. گلدستو اڳيان وڌائيندي، چيائين، "چاچا، هيءُ اسانجي طرفان پيار جو تحفو قبول ڪريو... پرڏيهه ۾ پيو ته ڪجهه نٿا ڏئي سگهون. هيءُ آهي اسانجي ڌرتيءَ جو پيغام – سندرتا ۽ سڳنڌ ..."

مان جذبي ۾ ٻڏجي ويس. چاهيم، ته کيس پنهنجي ڌيءَ وانگر ڀاڪر ۾ ڀريان، سندس پيشانيءَ تي سڪ ڀري چمي ڏيئي ڇڏيان – پر نه، جذبي کي روڪي ورتم ۽ سندس ڏنل گلدستو کڻي اکين تي رکيم. پوءِ چيم، "تانيا! مان توسان اڪيلائيءَ ۾ به مدت ڳالهائيندس ..." الائي ڇو هڪڙو ڪارو شڪ منهنجي من جي ڪنهن ڪنڊ ۾ لڪي ويٺي رهيو هو.

چيائين، "اڇو، اڇو، اسين اندرين ڪمري ۾ ٿا هلي ويهون." ٻنهي پاڻن کان ان "گستاخيءَ" لاءِ معافي وٺي، مان هن جي پٺيان ويس. سچاويڪ اسانجو سڄو وقت ڳالهائڻ انگريزيءَ ۾ پئي ٿيو، جيتوڻيڪ هن "چاچا" اکر سنڌيءَ ۾ چيو هو، جنهن منهنجي هردي ۾ سنگيت ڀري ڇڏيو هو.

مون چيو، "تانيا ڌيءَ، توکي حجاب ۽ اعتراض نه ٿئي ته مان توکان هڪ خانگي سوال پڇان ..."

هن چيو، "ڀلي ڀلي، اوهان کان ڪهڙو حجاب!"

هڪ وار وري مون سندس گل جهڙي چهري تي نظر ڦيرائي

۽ پوءِ اکيون هڻائي، ٽهڪندي چيم، "تون سڀ ڪجهه ڄاڻندي ڪليم کي پنهنجو ڀائو آهي ...؟"

منهنجي ان سوال ۾ اڪل طور، ڪليم جي جسم ڏانهن وڌڻ ۽ سندس ٻن اخلاق مقصد ڏانهن گهٽ اشارو هو. جيسين هوءَ جواب ڏئي، منهنجو ساهه روڪيل رهيو.

"ها، سچو سارو، مڪمل طور ڪليم منهنجو آهي."

"ڪارڻ؟" مون کان بي اختيار نڪري ويو.

هوءَ مشڪي ويئي "هن ڪائنات ۾ هڪڙي چيز محبت آهي، جنهن جي ٻنيان ڪو ڪارڻ ڪونه ٿيندو آهي ... ها، هڪ ڳالهه ٻي به. اوهانکي ٻڌائي ڇڏيان. شايد اوهانکي تسڪين ملي وڃي. منهنجو ٻيءَ ٻڌڻ چيڪو سلوو ٿڪيا جو وڏو ديش ڀڳت ۽ انقلابي هو ... نازڪ سندس بدن تي پڻ اهڙا ئي وحشانيت جا نشان ڇڏيا هئا ... مان ننڍڙي هيس، هن ديش جي آزادي نه ڏٺي، پر گهڻو وقت زنده نه رهيو، ڪليم سان منهنجي دوستي ٿي. هن جو سمورو جيون منهنجي لاءِ کليل ڪتاب ٿي پيو. مونکي پيار نه مليو، پر ساڻ ساڻ ڪا روح جي راحت به ملي اٿم ..."

"ڏيئي، ڪليم اسان جي منڙي ڌرتيءَ جي امانت آهي ... کيس سنڀالي رکج، جيستائين کيس ماءُ وڻان مونڻ لاءِ سڏ نٿئي." پوءِ مون سندس مقدس هٿن کي چمي، چمي ورتو.

ورِي مهڙ واري ڪمري ۾ اچي سليم ۽ ڪليم کي ٻاڪر ۾ جهليم: "مولا مددگار،" چئي، اکين جي اوسي کي روڪيندو، نڪڙو ڪمري کان ٻاهر نڪري آيس. پٺيان نهارڻ جي به همت نه ٿيم.

●●



# نپٽو

سنتوش ڪمار اڄ بيحد خوش آهي. هو ڪاميابيءَ جي هڪ حد- نشان تي پهچي چڪو آهي. اکيون سندس اخبار تي ڄميون آهن. سالن جي تمنا پوري ٿي اٿس. اٿين پيو سمجهي ته گنگا اشنان ڪري پنهنجو جنم سڦارو ڪيو اٿائين. چاليهه سالن ۾ ڇا ته لمبو سفر ڪيو اٿائين. کيس به اعتبار نٿو اچي. اگر هر شخص کي هڪ ننڍي / وڏي ڪهاڻي آهي ته سنتوش ڪمار جي ڪهاڻي هڪ اذيت ڪهاڻي آهي.

دراصل سندس اصلوڪو جنم جو نالو سنتو هو ۽ جيستائين شرنارٿي ڪئمپ ۾ رهيو، تيستائين ته سنتو ئي هو. پر زندگيءَ جي سفر جڏهن کيس ڪئمپ مان ڪڍي بمبئيءَ جي مها نگريءَ تائين پهچايو ته هو سنتوءَ مان سنتوش ڪمار بڻيو، ڇو ته شهري فضا ۾ اهو نالو کيس واڪو لڳو هو. دل ته مرڳو ئي انگريزي نالو رکڻ تي هيس، پر انگريزيءَ جا صحيح چار جملا به ڪو نه ڳالهائي سگهندو، تنهن ڪري اها حسرت دل ۾ دٻائي ڇڏي هئائين.

سنتوءَ ڪئمپ ۾ ڪٽمنڙن جي ٻڙيءَ سان شروعات ڪئي هئي. کيس نصيب واهه. جو ٻراٻو هو! وٻا سندس ٻونءِ ٻارهان ٿيندا. آهستي آئي ٻانڪڙي تائين پهتو ۽ پوءِ نيٺ باقاعدي ڪٽمنڙن جي دڪان جو مالڪ ٿيو. پوءِ به هن جي دل ڪانه ڀڃي. هردم خواب ڏسندو هو ته بمبئي کيس سڏي رهي

آهي. ۽ اهو سڀڪو به ساڪار ٿيس. پنهنجي مرضي چونڊي گڏي ڪئمپن وارو دڪان نيڪال ڪري بمبئيءَ جي مشهور بازار لوهار چال ۾ اچي بجليءَ جو ڌنڌو شروع ڪيائين. ڏسندي ڏسندي ميسرس سنتوش ڪمار پرشوتمداس اينڊ سنس جو مالڪ بڻجي ويو.

جيئن جيئن ويو مالي ترقي ڪندو، تيئن تيئن پڪي شهري ثابت ڪرڻ جي ڌن ۾ مٿس سوار ٿيندي ويئي. پهرين ته رڳو پنهنجو نالو بدلايائين. پوءِ پنهنجي پيءُ جو نالو به. ڳوٺاڻو لڳس. اڄڪلهه ڪير ٿو پڪي پوهومل جو پٽ سڏائي - سنتوش ڪمار پوهومل ڪيس سٺو نٿي لڳو. اها ڳالهه برابر آهي ته پيءُ جو نالو بدلائڻ، پهرين ته ڏاڍو ڏکيو لڳس. ڪئمپ ۾ هجي ها ته اهڙي ڳالهه سوچڻ به هن لاءِ پاپ سمان هجي ها، پر شهري ماحول ۾ اهڙا ننڍا وڏا "پاپ" هلن ٿا وڃن. پيءُ جو نالو بدلائڻ معنيٰ پڪي "ماءُ" تي گار ڏيڻ برابر هو. ڳالهه ته ڏاڍي ڏکي لڳس پر پوءِ هڪ ويچار ڪيس آٿت ڏنو ته جڏهن سندس ماءُ - پيءُ سرڳ ڌام وڃي وسايو آهي ته پوءِ هو هر ڳالهه کان آجو آهن. پوءِ به دل کي وڌيڪ سنتوش ڏيڻ لاءِ ٻانڀڻ کي وشواس ۾ ورتي، ڪجهه ڏوڪڙا ڏيئي، پيءُ جو نالو پوهومل مان ڦيرائي پرشوتمداس ڪرايو هئائين ۽ انهيءَ ڏينهن دڪان جي خاص پوڄا ڪرائي، هڪ خوبصورت بتين جي جهومر واري ڪمپنيءَ جي نالي جو بورڊ - ميسرس سنتوش ڪمار پرشوتمداس اينڊ سنس پنهنجي دڪان تي لڳارايو هئائين.

سنتوش ڪمار ٻٽي جيون گذاري رهيو هو - دراصل هرڪو انسان ٻٽي جيون ٿي گذاريندو آهي. هڪڙو آهي سندس حال جو جيون ۽ ٻيو آهي ماضيءَ جو جيون. حال سندس ڪيترو



ته پيارو ۽ دل اُٺاريندڙ آهي پر ماضيءَ سان اوترو ئي ڪسارو ۽ دل آزاريندڙ آهي. ڪيترين ئي ڪڙين يادگيرين اڃا به سندس دل تي رهڙيون پاتيون آهن. ڪئمپ جي غربت ڀري زندگيءَ جا ڏنگ اڃا به ڪيس ياد آهن. ننڍي هوندي ڏاڍيون مارون کاڌيون هئائين - لغڙ اُڏائڻ تي، ڇڙن راند تي، اٽي ڏڪر تي، اسڪول کان فرار ٿي ويندو هو ۽ موچڙن جي خوب ورڪا ٿيندي هيس. پيس جا هٿ اُکڙي پيا پر سنتوءَ نه پڙهيو ...... ۽ نيٺ وڃي ڦيري ڪرڻ سان پنهنجي اجوڪي زندگيءَ جو سفر شروع ڪيائين ...

پيءُ ۽ پٽ جي وچ ۾ رشتن جي ڪوڙاڻ گهرو وٺاءُ ڪري چڪي هئي. هڪ طرف سنتو وڏو ٿيندو ويو ۽ چار ڏوڪڙ ڪمائي گهر کي پنهنجي ترِيءَ تي جهليندو ويو، ٻئي طرف پوهومل پوڙهو ٿيندو ويو ۽ آهستي آهستي ويو پٽ جي ڪمائيءَ تي پاڙيندو ۽ پرواس ٿيندو. ائين ڪٿي چئجي ته ٻنهي جي وچ ۾ نفرت جو نانءُ ته ساڳيو هو، پر ان جو رخ بدلجي ويو هو، جڻ اُبتي نانءُ هو، جنهن ۾ پيءُ ۽ پٽ رول بدلائي ڇڏيا هئا. هاڻي جڻ پٽ جو وارو هو. سنتو پيءُ طرف بيپرواهه ٿيندو پئي ويو. جيتوڻيڪ، ڪا اڪل بدلي جي ڀاونا هئي، جنهن سندس من تي ڪٽ چاڙهي ڇڏي هئي. هو جڻ پيءُ کان گذريل سالن جو حساب وٺي رهيو هو. پيءُ جي سار سنڀال ته رهي پري، پر ويلا مانيءَ جا به جڻ ڪڙي منهن سان برداشت ڪندو هوس. اگر پيءُ ڪڏهن ڪا ڪٿي فرمائش ڪندو هو ته ڇڙٻ ڏيئي چوندو هوس، پئسو ڪمائڻ ڏاڍو ڏکيو آهي. اوهين ته مانا کائي مٿي چڙهيا آهيو. منهنجي زندگي اڃا لمبي پئي آهي. ڏوڪڙ بچائيندس ته گهر ٻار ٺاهي سگهندس ...... ها، باقي هر مهني پنجاهه ٻيڙين جو

هڪ پلنگ ۽ هڪ ماچيس خريد ڪري ڏيندو هوس، جنهن جو مطلب هو ته، کيس هر روز ڏيڍ پيڙيءَ جي حساب سان اهو بارود خلاص ڪرڻو هو. ۽ پوهومل سچ پچ هڪ اڌ پيڙيءَ کي دکائي، پنهنجي ڪش هڻي وسائي رکندو هو ائين ٻه ٽي دفعا راشن سان دونهان ڪڍي، ڏينهن پورو ڪري ويندو هو. موسم ۾ جڏهن پيڙو چانهين، گدري يا انب تي دل ڪندو هو ته قياس ڪائي چاراڻي هٿ ۾ رکي چوندو هوس ته وڃي قار ڪائي دل پوري ڪر...

پوهومل جڏهن جڏو ٿيڻ جي ڪٽ تي وڃي پيو ته پنهنجي پٽڙ ۾ چڙهي ڏٺس. پٽي جي جوءِ ته گهڻو اڳ گذاري ويئي هئي، تنهن ڪري نڌڪن وانگر مڙهيءَ تي پيو هوندو هو. جڏهن پٽ اچي ته گهر. مائيءَ جا تيار ڪري ڏئي، تيسين ويڳاڻن وانگر پيو پٽيون لکيندو هو. پوءِ ڏينهن ۾ جڏهن پوهومل سچ پچ بيمار ٿي پيو، ته سنتو پيءُ لاءِ دوا آڻڻ کان به ڪيٻائيندو هو، چاڪاڻ ته سندس سمجهه ۾ اهي پئسا به اجايا هارڻا هئا. پيو اڄ نه سڀاڻ ته پوءِ پرلوڪ پڌارڻو آهي، جيترو سويل وڃي اوترو سٺو، چاڪاڻ ته کيس امڙيءَ سڌ ڪري رهي هئي ۽ جيستائين پوهومل حياتي هو، تيستائين هو ڪمپ ۾ چڙهي نه سگهيو. پيءُ کي امڙيءَ وٺي وڃڻ جو ته سوال ئي نه ٿي اٿيو......

پيءُ جي پاسو ورائڻ تي سنتو ڏاڍو خوش ٿيو، پر ظاهري طور پنهنجي چهري تي گهري ڏک جو نقاب چاڙهي رکيو هئائين. معمولي سامگري آڻي پيءُ جو آخرين ڪرياڪرم پورو ڪيائين. نڪو ٻانڀڻ گهرايائين، نڪو نياڻيون ڪارايائين، تنهن ڏينهن هانيون چوندي، ڏکيءَ ۾ مدد ڪري، مٿان چاڙهي اگهڙي پڌي، اوڙي پاڙي ڪي چيائين ته سنگ پرواهه ڪرڻ لاءِ



نانڪ ٿو وڃان. پر ڪيائين ائين جو رات وچڙي ۾ هانيون الهاس نديءَ ۾ پرواهه ڪري ڇاڻ وڃي امرنات جي ڪنهن مندر ۾ مسافر پنهنجي رات گذاريائين. صبوح جو لوچڻ ڏيڍيءَ ۾ وڃي اچي گهر پهتو ۽ سنان پاڻي ڪري وڃي ڪم ڪي لڳو......

سنتوش ڪمار جون اکيون ور ور ڪري اخبار جي انهيءَ صفحي تي ڦرنديون رهيون، جنهن جي وچ تي سندس پيءُ جو وڏي سائيز ۾ فوٽو ڇپيل هو ۽ هيٺان وڏن اکرن انگريزيءَ ۾ لکيل هو ”وڇڙيا آهيو، پر وسريا ناهيو. شال سرڳ روپي گهر ۾ سائينءَ جي چرنن ۾ سدائين رهي سگهو. اوهانجي آسيس اسان تي سانوڻ جي برسات وانگر پيئي پوي ۽ شال قائم رهي. اسين اوهانجا ٻالڪ اوهانجي چرنن ۾ سر جهڪايون ٿا – سنتوش ۽ ڊيوڪي.“

ڏهه هزار خرچي سنتوش ڪمار ٽائيمس آف انڊيا ۾ پيءُ کي شرڌانجلي ڏيڻ لاءِ هيءُ اشتهار وجهايو آهي. هو پاڻڪي پيءُ جو ڀاڳي پيو سمجهي. ڳالهه هيئن آهي ته ڏهه سال اڳ جڏهن سنتوش ڪمار پنهنجي پيءُ جو نالو بدلائي پنهنجي فرم جي نئين نالي جو مهورت ڪرايو هو ته ٻانڀڻ مهاراج، مڙئي گوتر اپياسي پرشوتم (پرش + اتم) نالو چونڊيندي، سنتوش ڪمار کي چيو هو ته، اوهانجو پتا ته ديوتا سمان آهي ۽ سندس ڪري ئي اوهانجو ڀاڳ کليو آهي ۽ لڪشمي اوهان جي گهر پرويش ڪري آئي آهي. اوهين پيءُ ۾ جيتري شرڌا رکندا اوترو اڳتي وڌندا. هن پوءِ مهراج جي صلاح سان پنهنجي پيءُ جي ورسي ملهائڻ شروع ڪئي هئي. ٻانڀڻ کارائڻ شروع ڪيا هئا ۽ اخباري شرڌانجلي ڏيڻ جي نئين آيل فيشن مطابق اشتهار وجهائڻ به شروع ڪيا هئا.

۽ پوءِ ته عجب ئي ويو هو. پهريان سال بچي بچي ٿورو خرچ ڪري ورسي ملهائي هئائين ۽ سنڌي اخبار ۾ ننڍڙو اشتهار ڇپايو هئائين. انهيءَ سال مارڪيٽ ۾ اهڙي تيزي آئي ۽ اگهه ايڏا وڌيا جو سنتوش کي ٻيڻا فائدا ٿيا. بس آڳرج ۾ پئجي ويو. پوءِ ته بس اهو سلسلو جاري ٿي ويو. هو هر سال ڏاڍي ڌام ڌوم سان ورسي ملهائيندو ويو ۽ لڪشميءَ جي ڪرپا پڻ ڏينهون ڏينهن وڌندي وئي. پهريان ته ڪجهه بچندو هو پر هاڻي جڏهن لڪشميءَ جي خود ڪرپا هئي ۽ هڪڙو همٿ سندس مٿي تي هو ته سنتوش ڪمار ڪجهه پل تي نه ڪجهه ٻيا پل ۾ ڌنڌو ڪندو هو ۽ انهن ناڻو ٻنهي هٿن سان ميڙيندو ٿي ويو. لڪشمي ڇم ڇوڙون پائيندي ٿي آئي.

سنتوش ڪمار سنڪلپ ڪيو هو ته جڏهن سال صافي ڪمائي سال ۾ ڏهه لک ٿيندي ته ٽائيمس آف انڊيا ۾ ڏهن هزارن روپين جو اشتهار وجهائي زوردار شردانجلي ڏيندي پنهنجو ڏاڪو ڏيکاريندو ۽ سچ پچ هن سال ڪيس پڪو نفعو ٻه لک ۽ ڪچو نفعو اٺ لک ٿيو هو ۽ شدمد سان پنهنجي پيءُ جو وڏي خوشيءَ سان ٽائيمس ۾ اشتهار ڇپايو هئائين.

سنتوش ڪمار انهيءَ ڪاميابيءَ تي ڏاڍو خوش هو. پر ڪجهه هو جو سندس من ۾ ڪو اياس پيدا ڪري رهيو هو. سندس من جي اندرين تهن ۾ ڪنهن درد جو ڪنڊو چُڀ چُڀ ڪري رهيو هو. ڪيس ديوڪيءَ سان شادي ڪئي چار سال ٿيا آهن، پر سنتان جي سک پوري ڪان ٿي آهي. هيترو ناڻو ڪيڏانهن ويندو...... ڇا سندس ڪاڻوءَ ڪير سندس ورسي ملهائڻ وارو به هوندو يا نه! بلڪل اوڏي مهل ديوڪي چانهه جي ٽري کڻي اچي مڙس اڳيان رکي ۽ سندس همٿ ۾



ڇولَيل اخبار تي نظر پوندي چيائين، "هن سال ايڏو وڏو اشتهار ڇپايو اٿو؟"

اکين ۾ اکيون ملائيندي سنتوش ڪمار چيو، "ڪمائي به ته ايڏي وڏي ٿي آهي!"

ديوڪي اُمنگ ۾ اچي مڙس جي ڳلي ۾ ٻانهون وجهي چيو، "ٻڌو هاڻي دادا کان لڪشميءَ جي گهر نه ڪريو. هاڻي گهر ڪرايوس ته هو مهنجي ڳود ڀري......" ۽ شرمائيندي هن پنهنجون اکيون هيٺ ڪري ڇڏيون.

سنتوش ڪمار جي چهري تي دک جون ريکائون مڙي آيون. لمبو ۽ ٿڌو ساهه کڻي چيائين، "ديوڪي، مان هر سال پتاجن کي سنتان لاءِ آرادنا ڪندو آهيان. پر لڳي ٿو ته هو اها آس پوري نه ڪندا......"

ديوڪيءَ جي سر ۾ ڏکئي لوڙي وئي. ۽ بي صبر ٿي پڇيائين، "اهو ورچي ڇا ٿا چئو، آس پوري نه ڪندا؟"

سنتوش ڪمار ڪيتري ساعت بلڪل خاموش ۽ گنڀير ويٺو رهيو. ديوڪي سندس چهري تي اکيون اٽڪائي ويٺي هئي. نيٺ چيائين، "ديوڪي توکان ڪجهه لڪل ڪونهي. مون توکي سڀ ڪجهه ٻڌايو آهي ته مون پنهنجي پيءُ سان سٺا پير نه ڀريا هئا. مونکي ياد آهي هڪ دفعي ٻيڙن لاءِ هڪ ڏهه پئسي جي سکي کان به انڪار ڪيو هو ماڻس ته ڪروڌ ۾ اچي، چيو هئائين، ته تون اولاد کان سڪندين... نپٽو ٿيندين......"

ديوڪي رڙ ڪري پرسان پيل ڪرسيءَ تي ڪري پئي.

●●

# پگهوان الائي ڪيس

ان ڏينهن بہ ڪئي پڪ پڪي پاڻيءَ دل ڀري رنو هوندو. روئندي ئي ڪيئن نہ! نيٺ بہ تہ پتوُرت هندو ناري هئي، جنهن جي سهن شڪتي اپار هوندي آهي. ۽ پڪي ڏٺو جي موت تي روئڻ تہ لازمي هو، نہ تہ جڳ ڇا ڇا نہ چوندو! ۽ ائين بہ تہ هو تہ جنهن شخص سان زندگيءَ جا پنجاهہ سال گذاريا هجن، انهن جي وڇڙڻ جو ڏک تہ ضرور هوندو، پوءِ ڀل اهڙي شخص جون مٺيون يادگيريون ڪوڙيون، کاريون ۽ دلسوز ڇو نہ هجن...

ها دلسوز! پڪي پاڻيءَ جي جيون جو داستان سچ پچ دل ڏاريندڙ هو. هوءَ جڏهن چوڏهن سالن جي هئي جو ارڙهن سالن جي ٽيجومل سان پرڻجي ٻڌي، اگنيءَ جي چوڌاري ڦيرا پائي، ساڻس جيون ڀر نڀائڻ جا منتر اچاري، سندس گهر آئي هئي. سندس سپنن جا ٻہ ٽہ. ٻاهران رات ڪٽيندي ويا هئا، جڏهن پيار جي راند رچائڻ ڪاڻ ٽيجومل سندس هٿ تي اڻ روپين جو نوٽ رکي چيو هو، ”هيءَ اٿئي پهرئين سهاڳ رات جي خرچي. خرچ پڪائيءَ سان ڪندي ڪج.“ ڪيس وشواس نہ ٿي ڪيئن پئي آيو. سهاڳ رات جي ٻاري ۾ ڇا ڇا نہ ٻڌو هئائين. مڙس جي نڇاور ٿي وڃڻ جا ڇا تہ قصا ٻڌيا هئائين...

ورهاڱي ڪاڻوءَ واري ڏوڙ ۾ اتفاق سان ٽيجومل ڪجهہ سال ڪالونيءَ ۾ اسانجي گهر جي ملڪ لڳو لڳ اچي رهيو هو. پڪي ٻائي جڏهن بہ ڏکي ٿيندي هئي تہ من جو بار هلڪو ڪرڻ لاءِ اسانجي گهر هلي ايندي هئي ۽ شريمتيءَ سان اندر اوريندي هئي. سندس ڳالهيون واقعي ٻڌڻ جهڙيون هيون، جو ڪم ڪندي بہ منهنجو ڪن ازخود سندس داستان طرف ڪڇجي ويندو هو.

هڪ ڏينهن ٽيجومل کي نيڪ ڪونہ هو تہ ڀاڄي ٻٽي جي خريداريءَ لاءِ پتنيءَ کي موڪليو هئائين. مڙس کيس حساب ڪتاب ڏيندي، مائيءَ کي ڏهن پئسن جو ڪو حساب ملي نہ ڪين. ڏهہ پئسا شايد ڪٿي ڪِريا يا ڪنهن گهٽ ڏنا يا مائيءَ کان حساب ۾ ڀل ٿي. پر ٽيجومل ڪٿي ٿو ڏهہ پئسا ڇڏي! مائيءَ نيٺ پنهنجي کيسي خرچيءَ مان ڏهہ پئسا ڀري ڏنا، تڏهن وڃي طوفان ٿميو. مائيءَ کي مهني ۾ کيسي خرچيءَ لاءِ ڏهہ رپيا ملندا هئا، تن مان ڏهہ پئسا گهٽيا. اهڙن موقعن تي پڪي مائي ڏکي ٿي اڪثر چوندي هئي: پگهوان الائي ڪيس ڪٿي جڳهہ ڏيندو!

۽ ائين زال، پٽ توڙي ڌيءُ کان پائي پائيءَ تي ٽڪرائي حساب وٺندو هو. هڪ دفعي جي ڳالهہ آهي جو سندس پٽ گوبند ڪپڙا واشنگ واري وٽان ڌئاريا، ڇاڪاڻ تہ کيس ڪنهن نوڪريءَ لاءِ انٽرويو تي وڃڻو هو. هو پلا اجرا ڪپڙا ڪيئن پائي وڃي! انهيءَ مهني ۾ ٽيجومل پٽ کي خرچيءَ کان وڌيڪ چار رپيا ڪپڙن جي ڌئارائيءَ لاءِ ان شرط تي ڏنا تہ پنهنجي پهرين پگهار مان پهرين اهي چار رپيا ڪٽي ڏيندو ۽ پوءِ وڌيڪ اجهت جي وچور ڏاهيندو. ۽ سچ پچ جڏهن گوبند جي نوڪري ٿي پئي لڳي، تڏهن ڪنهن هٿان نياپو موڪليائينس ۽ شريف پٽ اهي چار رپيا پهرين پيءُ لاءِ ڪٽي روانا ڪيا. سندس سخاوت جو هڪڙو قصو اهو بہ هوندو هو جو ايندڙ

مهني جي خرچيءَ مان پنجن روپين تائين پنهنجي ٻار کي
اڳواٽ قرض طور ڏيندو هو ۽ اهڙي وهنوار لاءِ فراخدلي
ڏيکاريندي چوندو هوس ته وياج وٺو ڪونه، وٺندوسانءِ نه ته
هو ريلوي پاس جو هڪ ڏينهن اڳاٽ لاءِ هڪ ڪلاڪ قطار ۾
بيهي سگهندو هو. اها دلچسپ ڳالهه پٽي ٻائيءَ اسان جي
گهر ۾ اجهو هن رات بيان ڪئي هئي :

انهن ڏينهن ۾ هو ڪنگس سرڪل تي سيوا سمتي نگر ۾
رهندا هئا ۽ پاڻ تيجومل جي نوڪري ”ريلنيز“ ۾ فورٽ
ايراضيءَ ۾ هئي. هو مهني جي پاس ڪڍائيندو هو. جڏهن ته
سندس پاس ڇنڇر ڏينهن يا موڪل واري ڏينهن کان هڪ
ڏينهن اڳ پوري ٿيڻ تي ايندي هئي ته انهيءَ شام جو موٽڻ
وقت هو ڊپازٽ جا پئسا واپس وٺي ايندو هو ۽ پوءِ سومر
ڏينهن يا ايندڙ آفيس واري ڏينهن تي ڪلاڪ قطار ۾ بيهي،
نئين پاس ڪڍائيندو هو، جنهن آرتوار وارو ڏينهن يا موڪل
جو ڏينهن بچي پوس ۽ ايندڙ مهني واري پاس ۾ هڪ ڏينهن
وڌيڪ لڳي مليس. ۽ انهن پاس جا ڏينهن بچائيندي هن
حساب ۾ رکيو هو ته ڪيترا نه پئسا بچائي ورتا هئائين ۽ وياج
۾ ڪمائي ورتو هئائين.

وڏي ڌيءَ گهر ۾ ويٺي هئي. ماني پٽيءَ کي وڏو اونو ته
اهڙي مها ڪنجوس کان ڌيءَ ڪير وٺندو، جيڪو پائيءَ جو
حساب ۾ رکندي ٿي لکي ٿو رکي. پاڙي، برادريءَ ۽ ويجهي
راڄ ۾ ته تيجومل جي ڪلاسيڪل ڪنجوسائي مشهور هئي ته
پوءِ ڇوڪريءَ جو ڪير ڪيئن ڪندو! هن ڳالهه ۾ تيجومل وري
ڏاڍو اصول پرست ٿي لڳو. گانڌي مهاتما جو اصل ڪير ڏو تو
پڪسٽ! ڇي : مان ڏيتي ليتيءَ جي بلڪل ئي برخلاف آهيان،
پنهنجي سالڪي ڌيءَ جو ته هڪ ئي سوني ساڙهيءَ ۾ اڪلاءَ



ڪندس. پٽي ماني روز سکمنيءَ جو پاٺ ڪندي گرو ڏاڏي
کي اها ئي منت ڪندي هئي ته سندس نياڻيءَ جي ڪارج
کي هو پاڻ اچي پورو ڪري. ۽ سچ پچ نياڻيءَ جا ڀاڳ کلي
پيا. سندس وڏي ڀاءُ جو دوست ڇوڪريءَ تي هرڪ هاري
ويٺو ۽ ڇوڪري سچ پچ هڪ ئي سوني ساڙهيءَ ۾ اڳهامي
ويئي. تيجومل هڪ دمڙي به پنهنجي هٿان ڪين ڪڍي.
پٽي ماني پنهنجي شاديءَ وقت مليل سون ۽ پنهنجي خرچيءَ
مان پاسيري ڪيل نقديءَ مان ڪارج راس ڪيو ۽ پاڻ کي پٽو
۽ خالي ڪري ڇڏيو.

پر پٽي ٻائيءَ جو مٿو انهن ڏينهن خراب ٿيندو هو، جڏهن
پرڻيل ڌيءَ گهر ۾ ايندي هئي ته تيجومل سيڌي واري ڪٻٽ
کي بند ڪري ڇڏيندو هو ۽ تيل، لوڻ، گيهه، ۽ اٽي جي
دٻن تي اک رکندو هو ته ڪٿي ماءُ، سيڌو سامان ڪڍي ڌيءَ
کي نه ڏئي. پٽي ٻائي ڪڙهي اٿندي هئي ۽ ڪرڙيءَ
وانگر ڦٿڪندي هئي، پر ڪري ڪجهه ڪين سگهندي هئي.
سندس اهائي دردي دانهن : ڀڳوان الائي ڪيس ڪٿي جڳهه
ڏيندو......

تيجومل ڪنجوسائيءَ ۾ پنهنجو مثال پاڻ هو. پر حيدرآبادي
ديوانن وانگر آفيس ۾ ڪوٽ ۽ ٽاءِ ضرور پائي ويندو هو.
ڪوٽ ته هڪڙو الائي گهڻا سال هلائيندو هو، باقي ٽاءِ ۽
ڪپڙن جا هڪ وقت ٻه جوڙا رکندو هو. ڪپڙا هفتي هفتي
بدلائيندو هو. آرتوار ڏينهن گهر ۾ سوڊا کار ۾ ڌوئارائي، ٿه
ڪري، وهاڻي هيٺان رکي استريءَ جهڙو مزو ماڻيندو هو.
گهر ۾ سٿڻ ۽ گنجي پائي ويهندو هو، جيڪا الائي گهڻن
ڏينهن کانپوءِ ڌوئڻ لاءِ لاهيندو هو. پٽي ماني گهڻو ئي مٿو
ماري ته نرڳ جهڙا ڪپڙا پائي ڇو ٿا ويهو، جن مان ٻانس پئي

اچي ، ڀر ليهورمل ناحق ٿو ڙال جي ٻڌي . هيڪاري هڏي
ڏيئي چوندو : اوهين هٿ قاڙ ، جيڪر ڪوهه ڪٿائي ڇڏيو . اهو
ڪي ڪڇي جـو ميـهن وسندي ڪم اچي . انڌهن پٺي ٻائيءَ
جي ڪنان ٽـاو پيرـل دل ڇاڪي پونـدي هئي ۽ ڇوڙب مان
چوندي هئي : ميهن نـ ڇا اسان لاءِ نـ . اوڙڪ اچي ويئي
آهيءَ نڪ ڏاڻين پيا ٻاڪيءَ ۾ لڙهون - ٻاون ڪي ٻـوا ڪوڙا
ڪونهن ، مان سڪيلڏي ڏيءَ ڪي ڏڪ وار ٽي ۽ هٿين خالي
موڪليان ، عمر ٿي ويئي ڪيل ٿي ڪونـ نڪتاسون ، پنهنجن
ڪي ڇٽ ڇماهين ماڻيءَ ٿي ڪونـ گهرايون ، سڪا نڪر ڪاڻي پيا
گذر ڪيون نـ ٻاقي اوهان وارو ميهن ڪڏهن وسندو ۽ ان
وقت اوهين ... ٻاقي اکر ڪاڻي ويندي هئي .

ليهومـل آرتـوار يا موڪل جـي ڏينهن شام جي وقـت
پنهنجي گهر جي اڳيان ڪليل اڱڻ ۾ هڪ پڪل موڙي تي اچي
ويهندو هو ۽ پنهنجي سر آڱرين سـي الائي ڪهڙا ليڪا ڇوڪا
پيو لاهيندو هـو . مان ٻـ هن سمت فونـي ٿهان ڪٿروٽ ڪي
عجب مان پيو ڏسندو هوس . هڪڙي ڏينهن مان ٻ پنهنجي
ڪرسي ٻوڙي لڳ ( جيڪا پٽ اسان ٻنهي گهرن جـي وچ ۾
هئي ) وڃي اچي ويٺس ۽ ڪجهه چورا ڪورا ۽ ڪجهه نوس
نوس جي خيال کان چئي ويٺس : ” ڪاڪا خوش پوسن آهيو؟
دنيا ڪيئن پيئي ٿـي هلي ؟ “ ڪاڪو ڪو من اڇل موڊ ۾
هو - ” ٻابا هيءَ ٻـ ڪا دنيا آهي . اڙي اوهان دنيا ڏٺـي
ڪٿي ! دنيا ته اسان جي هئي . مان جڏهن نـ پنهنجن ٻاون کي
اسان جي دنيا جا قصا ٻڌائيندو آهيان تـ اعتبار ٿئي نـ ڪندا
آهن . ڪلي چوندا آهن تـ ڪين ڏند ڪٿائون ٿاهي ٿـو ٻڌايان .
هاڻي پلا هڻن واندن مان ڪي ڪير وشواس ڏياري تـ اسانجي
دنيا ڇا سوڳ سمان هئي ! اڙي هڪ روپئي ۾ سير سڄي گيهه



جو ملندو هو . سٺي ۾ سٺي ڪٽڪ جا ڏهه سير يا سـڳداسي
چانور جا پنج سير ٻڻ هڪ روپئي ۾ وٺي ايندا هئاسون . هڪ
آنـي ۾ ( روپئي ۾ سورهان آنا ) شـڪر جـو سير ملندو هو .
ڇهن پئسن ۾ پاءُ گوشت ، سو ٻ هلواڻ وٺي ايندا هئاسون ،
جنهن ۾ ڪهورو ۽ ٻـڪي مٺص ۾ ملندا هئا . سڄو ڳـهر پيءُ
ڪري کائيندو هو ۽ گوشت جي اوڳرائي پئي ڏينهن تي ٻـ
پيئي ايندي هئي . اڙي اوهين اهڙي زمانـي کـي ڏسـڻ کان
سڪي ويا . اوهين ڇا ڏسندا ، ڇا کائيندا ، ۽ ڇا ماڻيندا !
خير اٺئي چانڊا سلڪ جو وال ڇهن آنن ۾ ملندو هو . ٻوسڪيءَ
جو وال ٿي آنا ۽ جپاني ٻافتو ٻن آنن ۾ وال ملندو هو . پنجن سـون
روپين ۾ ڇا شادي ٿيندي هئي ، سڄو راڄ ٿـي ڏينهن پيو
پيو ٿي کائيندو هو . ڳوٺ جا ماڻهو تـ گهرن ۾ ٿي ڏينهن چلهه
ٿي ڪين ٻاريندا هئا . اوهين سڪيا اهڙي زماني کان . مون
پنهنجي شاديءَ جـي سهاڳ رات پنهنجي ڙال کـي ٻـ رپيا
خرچي ڏنـي هئي تـ اوڙي ٻـاڙي وارن جا واڪ ٿي ڦاٽـي
ويا هئا ...

اڙي اوهان ڇا ڏٺو ! اسين اسڪول ويندا هئاسون تـ اسانکي
رڳو هڪ پئسو خرچي ملندي هئي . اسين هڪ پئسي ۾ ڇا ڇا
نـ خريد ڪري سگهندا هئاسون ! دال ٻـوري يا پڪوان دال
هڪ پئسي ۾ ملندو هو . ٻـال روٽي ۽ ڇٽا هڪ پئسي ۾ ملندا
هئا . ايهن جا چار وڏا پڪوڙا هڪ پئسي ۾ ، ٻـوندي مـرملا
ٻلهيت هڪ پئسي ۽ پاءُ اڇا پڳڙا هڪ پئسي ۾ . سڄو ڏينهن
ويٺو کاءُ تـ ٻـ نـ کٽن . سڄي گهر جـو سيڌو پاڌو وٺبو هو تـ
سيڌي واري جو مهني لاءِ ٻل وڃهه رپيا مس ٿيندو هو . مون
جڏهن رٽليز ۾ نوڪري ڪئي تـ مهيني جو پگهار چاليهه رپيا ، ڇڙ
ڪليڪٽريءَ وارو پگهار ... اڙي اوهين ڪهڙيءَ دنيا ۾ ٿا رهو !

مهندي جوءِ ڏٺو ته مان ڪاڪي ٽيجومل سان اصل اڄيءَ
سان ڇڙٻڙجي ويو آهيان . سو ڀاڄو ٻڌائي، هٿ ڪـي موڪلي
مونکي سڏائي ورائين ته، تمام ضروري ڪم آهي. گهر اندر
گهڙيس ته فهمائش ڪندي ئي چيوي: مان ڪاڪي کي وري
وڃها ويا آهيو. اوهان تـي ته هن جي ڇاپا پئجي ويچي .
پوءِ پيا مـون کان شين جا اگهه پڇندا ۽ گهٽي ڪندا . مان
ڪري وڃنا هجو ........

اتفاق اهو ٿيو جو اسان اها ڄڃهه ڇڏي، ڪٿي جو ڪٿي
پهچي وياسون . ڪاڪو ٽيجومـل ۽ پٽي مائـي اسان کان صفا
وسري ويا. شايد ٻه چار سال گذري ويا. پر هڪ آرتوار ڏينهن
اوچتو غضب ٿي ويو. پٽي ٻائي اچي اسان جـي گهر پهتي ،
بلڪل سڃاڻپ کان ٻاهر . پلا سـت سالن جي مائي چاليهن سالن
جي لڳي ته سڃاڻي ڪيئن سگهجو! مائيءَ جي ته رونق ئي
بـدلجي ويئي هئي . چرخ ڪايا ڪلپ! ڪارنسري مان ڇهرو
ڳاڙهـو پيئي لڳو ۽ منهن مان چرخ ٽطيپ پيئي ٽپڪيو. ڪنن ۾
موتين وارا ايرنگ پيئي لٽڪيا . ٻانـهن ۾ ڇهه ڇهه سـون جون
چوڙيون ، بدن تي سهڻي سلڪ جـي ساڙهي ٻولا ئٽي ٻڌل ،
پيرن ۾ اڌ ڪڙيءَ وارو مخملي چمپل ۽ ڪلهي ۾ لٽڪيل پرس
ته " ڪيا بات " وارو! مان ڪيس اوڪ ڏسندو رهيس ۽ دل ۾
چيم: سو نيٺ ٽيجومل جو ميڻهن ڦٽو آهي ۽ پٽي ٻائيءَ جا
ڏکڙا پورا ٿيا آهن . پر اهو ميڻهن ڪجهه پٽي طرف کان ئي
وسيو هو. پٽي ٻائيءَ جي وارتا ڪجهه هن ريت هئي:

" ٻاڙ (ٽيجومل) ٻه سال کن اڳ رام ڪـي پيارا ٿي ويا .
اسان لاءِ گهڻو ڪجهه ڇڏي ويا آهن. ٻاندرا ۾ ڄڃهيون ٺوڪ
ڪرايانون ، سي اسان کي مليون آهن . مون پـن پٽن کـي
ورهائي ڏنيون آهن. ٽينڪ ۾ نقد ڊپازٽون، سيونگ سرٽيفڪيٽ



وغيره . جملي ٿي لک رپيا روڪڙا مليا اٿم . پنجاهه هزار پٽن
ڏيڻون کي ڏنا اٿم . باقي ٻه لک ٻاڙ وت رکيا اٿم ، جنهن جو
مهني ۾ اڍائي هزار وياج ملندو اٿم ، جنهن مان هاڻـي هٿ
کولي خرچ ڪندي آهيان ۽ هاڻي ڏاڍي سکي آهيان. سچو
پريوار خـوش آهي . " خوشي مائـيءَ جـي لفظن مان پيئي
ليڪا پاتا .

پهرين ته هچڪيس ، پر پوءِ ازخود لفظ چپن تان تـرڪي
آيا. مون چيو: پٽي مائي ڪاڪو ٽيجومل ضرور سرڳ ۾ وسـو
هوندو . " يڪدم چيائين : " ها ، ڀڳوان شـل کيس سرڳ ۾
ڄڃهه ڏئي! هٿ ته نڪو چوڙيائين ، نڪو ماٽيائين . من اٿي
ڪجهه چوڙي ، ڪجهه ماٽي ...... "



# مون واعدو نه پاڙيو

ٻارهن مهينن جي نظربنديءَ کانپوءِ جڏهن مان ڪراچي جيل کان ٻاهر آيس، تڏهن منهنجو آزاد ٿيڻ جو احساس اوچتو ختم ٿي ويو. سوال اٿيو ته هاڻي ڪيڏانهن وڃان؟ پنهنجي وطن جي سرزمين تي هوندي به محروميءَ جو احساس غالب پئجي رهيو هو. جاڳ هيم ته انهن ٻارهن مهينن جي اندر سنڌوءَ جو گهڻو ئي پاڻي وهي چڪو هو. لکين سنڌي پنهنجا پڪا پٽي، آکيرا اجڙ ڪري، مرجهايل حسرتن جا لاش ڪلهن تي کڻي، وطن جا وڻ ڇڏي سرحد پار ڪري چڪا هئا. مت-مائٽ، يار-دوست، شهري ڳوٺاڻي طوفان ۾ هن پار اُڏامي ويا هئا. هڪ هتراڙو زلزلو نازل ٿيو هو جنهن پاڻ کي پاڻ کان جدا ڪري ڇڏيو هو ۽ هزارن سالن جي هڪ شاندار محبتي روايت کي زخمي ڪري، انساني قدرن کي ڪچلي ڇڏيو هو...

مون اندر ئي اندر ۾ رڙ ڪئي، "مونکي قبول نه آهي... مونکي قبول نه آهي... اتهاس جو اهو باب جيڪو ڪوڙ ۽ سازش تي ٻڌل آهي ۽ نفرت جنهن جو ڪاڄ آهي..." پر پوءِ به اهو سوال ته پنهنجي پوري وحشانيت سان منهنجي سامهون کڙو هو ته هاڻي مان ڪيڏانهن وڃان. هڪ طرف هو تاريخ جو قهري طوفان، ٻئي طرف هڪ انسان جو ننڍڙو صداقت ڀريو ارادو ۽... ۽ انهن کانسواءِ منهنجي هٿ ۾ هڪڙو حڪم نامو ته، جو ويهن ڪلاڪن جي اندر مان ڪراچي ڇڏي وڃان...

نماشام جو وقت هو. ٻيا ڪجهه خاص سوچ جي پوليس گاڏيءَ ۾ چڙهي ويٺس، جيڪا مونکي جيل کان شهر ٽائين ڇڏڻ لاءِ تيار بيٺي هئي. ذهن خالي، خالي هو، هڪ اهڙي راهگير وانگر، جو ڪنهن نامعلوم منزل ڏانهن هلڪاريندو هجي. جيئن شهر ويجهو پوندو ٿي ويو، تيئن اندر جي مونجهه وڌندي ٿي وئي، اهو سوچيندي ته پوليس وارن کي ڪهڙي هنڌ ڇڏڻ جو اشارو ڏيان... ۽ پوءِ اوچتو ڪنهن جي چمڪاٽ وانگر هڪڙو ويچار منهنجي ذهن جي اُفق تي چمڪي اٿيو ۽ مون پوليس آفيسر کي چيو ته مونکي برنس گارڊن جي ڦاٽڪ وٽ لاهي ڇڏ... جڻ منجهيل راهگير کي منزل ملي وئي هجي...

ڪپڙي جو ٿيلهو جنهن ۾ هڪ اَڌ ڪپڙن جو وڳو هو ۽ ٻيون معمولي جيل اندر ڪم ايندڙ شيون هيون، کڻي ڪلهي ۾ وڌم ۽ ٽپو ڏئي گاڏيءَ کان هيٺ لٿس. ڦاٽڪ پار ڪري باغ اندر ٿيس ۽ گهمندو گهمندو انهيءَ بينچ اڳيان اچي بيٺس، جتي ڪاليج واري زماني ۾ اسين چار دوست - غفور، موهن، لوڪو ۽ مان اڪثر ڪاليج مان گهٽ ڏئي، هتي اچي ويهندا هئاسون، باغ جي ماليءَ کان ٻيا ڪٽائي ويا کائيندا هئاسون ۽ ڪاليج جي سهڻين ڇوڪرين جي وارن، اکين، چپن، ڳلن ۽ سڊول بدن بابت تصوري چٽ چٽيندي ۽ هڪ ٻئي کي ڇوڪرين نسبت چيڙائيندي، ابترا ته خوفناڪ ٽهڪ ڏيندا هئاسون جو آسپاس وارا ماڻهو ٿي اسان ڏانهن عجب سان نهاريندا هئا. مان بينچ جي انهيءَ ڪنڊ ۾ اچي ويٺس، جتي اڪثر ويهندو هوس. تصور ۾ انهي دوستن جي ياد ۾ گم ٿي ويس ته هينئر اهي الائي ڪٿي هوندا ۽ ساڻن وري ڪڏهن ملاقات جو وجهه ملندو جو ڇوچا

ڪري ٿيڪڙن جو فساد مچائيندا آهن . اهڙو تصور مونکي رڳو
ڪن لاءِ خوشي ڏيڻ ٿي سگهيو ، پر ڪڙي حقيقت منهنجي
اکين اڳيان نچي رهي هئي ...

پيو ڪانڊ تي منهنجي دل ٿي . منهن ۾ وڌل پاڳائيءَ کي
سڏي هڪ ماڻهو پيو ڪٿي اچڻ لاءِ چيم . هو ٿوري دير
منهنجي چهري ۾ ڏسندو رهيو . شايد عجب کائيندو رهيو ته
مان ڪهڙي دنيا مان اچي اوچتو پرگهٽ ٿيو هوس . ڪاليج
کي ڇڏي پورا ٻه سال ٿي چڪا هئا ۽ هيءَ پوڙها پارهن
مهڏا اندر هوس ، تنهن ڪري پاڳائيءَ لاءِ منهنجو اڄڻ
ٿڪجي وڃڻ ڪو غير سڀاويڪ ڪونه هو ... پيو ڪٿي اچي
منهنجي اڳيان رکيائين . ڪافي عرصي کانپوءِ مان برنس گارڊن
جو پيو کائي رهيو هوس . مونکي لڳو مان سرڳ جي باغيچي
جو پيو کائي رهيو آهيان ۽ انهيءَ وڻ جو ، جڏهن ڪٿي مون
پنهنجن هٿن سان پوکيو هجي ... پيو کائي پورو ڪيم ته هو
پليٽ کڻڻ آيو ، مون چيو ، "ميان گهڻو ڏيان ؟" چيائين ،
"سائين رهڻ ڏيو ." مان حيران ٿي ويس . مون مٿي نهاري
سندس چهري تي نظرون کپايون . سندس چهري تي اهڙي
پياري مرڪ هئي ، جو ان جي مونالزا جي مرڪ سان مشابهت
ڪندي مان ڪوبه اخلاقي يا فني ڏوهه ڪونه ٿو ڪريان . هو
چئي رهيو هو ، "سائين مون پهرين اوهانکي ڪين سڃاتو .
پر پوءِ ذهن تي زور ڏيئي سمجهي ورتم ته اوهين اهي
ساڳيائي ديوان آهيو ، جيڪي ڪجهه سال اڳ ، پنهنجن پارن
سان گڏجي اڪثر هت ايندا هئا ۽ محبوبڙن جا قصا ڪندا
هئا ، جيڪي مان به ڪن ڏيئي ٻڌندو هوس ..." وري ٻه
اهاني دلفريب مرڪ سندس اکين چهري تي ڦهلجي ويئي .
وري چيائين ، "ديوان مون ٻڌو هو ته اوهين سڀ هندستان
هليا ويا آهيو ... پوءِ اوهين واپس ڪڏهن آيا ؟"



منهنجي ان مهل آتما جي ڪهڙي حالت هئي ! بيان ڪرڻ
کان قاصر آهيان . هڪڙي طرف هو هن اڌ ڄاتل شخص جو اٿاهه پيار
۽ ٻئي طرف هو انهيءَ حقيقت جو دلسوز احساس ته . هن
شخص ته منهنجو وطن ڇڏي وڃڻ جو گمان دل ۾ پاليو هو .
مون چيو ، "ميان ، مان نڪو هندستان ويو هوس ۽ نڪو واپس
موٽيو آهيان ... مان جيل ۾ ويو هوس ۽ اتان موٽيو آهيان ..."
هو اچرج ۾ تڪي مون ڏانهن ڏسندو رهيو ۽ پوءِ ڪنڌ
هيٺ ڪري پليٽ کڻي هليو ويو ... سندس دل جو حال مان
نه پروڙي سگهيس .

مونکي ڪراچي چوويهن ڪلاڪن ۾ ڇڏڻي هئي . چاهيان ها
ته سڌو ڪراچي اسٽيشن تي پهچي ، پنهنجي ڳوٺ نوابشاهه
جي ٽڪيٽ ڪٽائي ، جنهن لاءِ جيل اختياريءَ وارن پروانو
ڏيئي ڇڏيو هو ، پنهنجي ڳوٺ روانو ٿي سگهيس ٿي . پر نه ،
مون اهي چوويهه ڪلاڪ ڪراچيءَ کان جدا ٿيڻ نٿي چاهيو .
زندگيءَ جون سونهري گهڙيون مون ڪراچيءَ ۾ گذاريون هيون .
مون ڪراچيءَ سان اهي ناتا جوڙيا هئا ، جيڪي منهنجي
جيون جا نه وسرندڙ باب هئا . ڪراچي منهنجي ساهه ۾ هئي .
ان کي ائين تڪڙو ڇڏي ڪيئن ٿي پئي سگهيس ...!

رات ڪاٽڻ جو سوال اڃا ٻه هو . پهرين ته خيال آيو هوم
ته برنس گارڊن واري بينچ تي رات گذاري وٺندس . پر هاڻي
اهو ويچار ترڪ ڪري ڇڏيم . ٿيلهو ڪلهي ۾ وجهي ، ٻاهر
نڪري آيس . منهنجا پير ازخود رام باغ طرف هلڻ لڳا . تڏهن
وري ٻه ٻجليءَ جي شعاع وانگر هڪ ياد ذهن ۾ اڀاري ٿي
آئي . مونکي ياد آيو ته اسانجو دوست موهن ڪڏهن ڪڏهن
اسانکي پنهنجي هڪ ڏوراهين عزيز جي گهر وٺي هلندو هو .
هو ته ٽيانا ڏيندو وٺندو هو پر اسانجي ته آسڪوت ۽ شراب

وغيره سان ڀڳي چوکي مهماني ڪندي هئي. منهنجي من ۾
اميد جي ڪِرڻي پڙڪو کاڌو ۽ مون دل ئي دل ۾ چيو، "يا الله!
اهو منهنجي سنگتيءَ جو مانائتو شال وطن ڇڏي نه ويو هجي."
رام باغ وچمان پار ڪري هن طرف آيس ۽ انهيءَ ڇانئل جڳهه
جي ٽيين منزل تي پهچي، ٺڙڪندڙ دل سان در کڙڪايم.
منهنجو عرض اگهامي ويو هو. در کليو ته ٻئي زال مڙس هڪ ٻئي
پٺيان بيٺل ڏٺم. مون ٻنهي کي سڃاتو ۽ منهنجي دل جي
ڌڙڪڻ جي رفتار جهڪي ٿي وئي. هنن مونکي سڃاڻڻ ۾
دير ڪئي. قدرتي هو، جو ڪافي سال ٿي ويا هئا ۽ منهنجي
شڪل ۾ بدلجي چڪي هئي. "مان موهن جو دوست فلاڻو
آهيان اوهان جي گهران ڪيترا دفعا هن سان گڏ ٿي ويو
آهيان... پارهن مهينا کانپوءِ جيل کان ٻاهر آيو آهيان. مونکي
چوويهن ڪلاڪن جي اندر ڪراچي ڇڏڻي آهي. واپس جا چار
پهر..." مان ڪساهيءَ چوندو ويس. پر انهيءَ وچ ۾ ٻئي
زال مڙس در کان ٻاهر اچي مونکي ڏاڍي شرڌا ۽ سڪ سان
اندر وٺي هليا. منهنجو تن ۽ من خوشيءَ جي هندوري ۾
لڏڻ لڳو. گذريل ٽن راتين ۾ ائين محسوس ڪيو هوم ته
منهنجي اندر ۾ ڪجهه مري رهيو آهي. اچانڪ اهو عمل بند
ٿي ويو ۽ منهنجو من اهڙي سطح تي پهچي ويو، جتي اڏام
واري راحت محسوس ڪجي آهي.

اها رات، هن مهربانن، پنهنجي سڄي محبت، منهنجي
اهڙي نه خدمت ڪئي ۽ پيار ڏنو جو ان جي اظهار لاءِ لفظ
هڪ ڪمزور واهڻ آهن. جنهن نه چکيو آهي ته ڪا جاءِ ئي
ڳولي نٿي لڀي، جتي مون کي ڪٽي وهارين! هنن مون کان
صرف هڪ ئي سوال پڇيو، "هاڻي اوهين ڪيڏانهن ويندا؟"
مون چيو، "مان پنهنجي ڳوٺ نوابشاهه ويندس، جيتوڻيڪ



منهنجا مٽ مائٽ سڀ هليا ويا آهن، پر مون وڃڻ کان انڪار
ڪيو آهي." اهو ٻڌي سندن چهرا چمڪي اٿيا. مون ته ڪانئن
صرف هڪ ئي سوال پڇيو، "اوهين لڏي ڪين ويا؟"
ڀائي ڏيونداس جواب ڏنو، "اسان جڏهن لڏ پلاڻ جون تياريون
ٿي ڪيون ته سڀ پاڙيسري مسلمان ڀائر مڙي آيا. چي:
ڏيونداس اسين توکي وڃڻ نه ڏينداسون. تنهنجي جان، مال
۽ عزت جو ذمو اسانجو آهي. تون ڀي فڪر ويٺو ڪج. مجال،
جو توکي ڪير هٿ لائي!" سندس زال شيلا کيس ٻڌائيندي
چيو، "هيلتائين ته سائينءَ لڄ رکي آهي. اڳتي به الله مڙس
آهي." مون ڪنڌ لوڏي چيو، "ها، ضرور رکندو..."

صبوح جو تيار ٿي، جڏهن مان نڪتس ته ڀائي ڏيونداس
ڪجهه نوٽ وڙهي جهيڙهي منهنجي کيسي ۾ وجهي ڇڏيا.
مان سندن خاطرداريءَ لاءِ شڪرگذاري مڃي، هيٺ لهي
آيس! مان سڌو ڊي. جي. سنڌ ڪاليج پهتس، جتي نه صرف
علم جي چشمي جا پيالا ڀري پيتا هئم، پر ملڪ جي
آزاديءَ لاءِ لڙڻ جا پهريان سبق به هن علم گاهه ۾ پڙهيا هئم.
هن ڪاليج جي حاطي ۾ ئي اسين نوجوان شاگرد ڪيترائي
پهرا ڏاڍن جي ڏاڍ خلاف پوليس جي بندوقن سامهون سينو
تاڻي بيٺا هئاسون... ڏٺم ڊي. جي. سنڌ ڪاليج اداس آهي.
ائين مونکي لڳو هو ته هن سندر ڀي جان آستانن کي ڀي
جدائيءَ جو احساس ٿيندو آهي. ڪاليج جي ڏاڪڻ تان مٿي
چڙهي، مون ڪاريڊارن جا چڪر لڳايا ۽ انهيءَ ڪنڊ ۾ اچي
بيٺس، جتي لڇاري سونل سان نوٽس جون ڪاپيون
بدلائيندي، پر ٿي مدت اڪيلائيءَ ۾ ڳالهائڻ جو وجهه
ملندو هوم. اسان ٻنهي جي چپن تي آخرين ملاقات تائين
حجاب جي مهر لڳي رهي ۽ دل جو لڪل اظهار نه ڪري

سگهياسون. هن وقت سونل جو خيال ڪرڻ تصور جي ان پکيءَ کي اڏامڻ مثل ٿيندو، جنهن کي نه طرف آهي ۽ نه منزل ...

مينارام هاسٽل، جتي يارن سان دلفريب راتيون گذاريون هيم، جو ديدار ڪندي، مان اندر روڊ تي پهتو رهيت يونين جي آفيس جي ٻاهران اچي بيٺس، جتان ٻارهن مهنا اڳ، مان گرفتار ڪيو ويو هوس، انهيءَ ڏوهه هيٺ ته، مون مزدورن کي حڪومت خلاف ڀڙڪايو هو؛ جيڪا ڳالهه سچ کان ايترو دور هئي، جيترو ڪراچي دهليءَ کان. يونين آفيس تي هڪ شاهي تالو لڳل هو ۽ ٻه پوليس وارا پهري تي بيٺا هئا. ڪيترو نه سرڪار کي اونو هو مزدور يونين جي آفيس جي سلامتيءَ جو!

پوءِ مون ڪراچيءَ جون اهي سڀئي جڳهيون ڏٺيون، جن سان نينهن جو ناتو هوم ۽ نيٺ ٽرام ۾ چڙهي ويٺس. هڪ پڇاڙيءَ کان ٻيءَ پڇاڙيءَ تائين الائي ڪيترا ڦيرا ڏنو رهيس. آخرين ڦيرو نيٺ چنيسرءَ وٽ لهي اچي رهيس. مندر ۾ اندر ڪونه ويس. پر پوڄاريءَ کان اَنو وٺي مڇين طرف اُڇلائيندي لقاءُ ڏسڻ لڳس. دور دور سمنڊ جي ڇولين کي رمندو ڏسي حسد ۾ ٻرجي ويس. سمنڊ ڪيترو نه آزاد هو، وشال هو، متوالو هو، انساني نفرت جون ديوارون مٿس ٻڌجي نه سگهيون هيون ...

وقت پنهنجي رفتار سان ڊوڙي رهيو هو. منهنجو مٿس ڪوبه وس ڪونه هو. ان کي مان هڪ ساعت لاءِ به ٻيهاري نه ٿي سگهيس. اهڙي درخواست وجهڻ به فضول هئي. چوويهن ڪلاڪن جو مدو ختم ٿيڻ تي هو. مون هڪ وڪٽوريا گاڏيءَ کي ٻيهاريو ۽ مٿس سوار ٿي اسٽيشن طرف هلڻ جو اشارو ڏنو. اسٽيشن تي پهچي ٽڪيٽ خريد ڪيم. گاڏيءَ ۾



چڙهي، دريءَ واري جڳهه تي ويٺس. مونکي معلوم هو ته منهنجو ڪوبه مت مائٽ ڳوٺ ۾ ڪونه رهيو آهي. پوءِ به ڳوٺ وڃي رهيو هوس ... گاڏي چرڻ وقت مون دريءَ مان هٿ ٻاهر ڪڍي ڪراچيءَ کي ”ٽاٽا“ ڪئي ۽ چيم، ”ڪراچي! منهنجي دل، فڪر نه ڪر، مان اجهو ٿو موٽي اچان ...“

پوءِ جي ڪهاڻي تمام لمبي آهي، جا هت ٻڌائڻ نٿو چاهيان. صرف اها ڳالهه ٻڌائڻ چاهيان ٿو ته مون ڪراچيءَ سان ڪيل واعدو اڃا ڪين پاڙيو آهي.



# ... ۽ ڳوٺ گم ٿي ويو!

مان اتي ڪيئن پهتس، اها هڪ الڳ ڪهاڻي آهي. پر جڏهن مان اتي پهتس ته، ڏٺم سڄو ڳوٺ سر زمين تان غائب هو. ها، گويا هڪ ننڍو هيروشما ٿي گذريو هو. وناش جو هڪ ڏهڪائيندڙ نظارو هو. فضا ۾ زهر اوتيل هو. هوا ۾ سڙيل ماس جي بدبوءِ اڃا به قائم هئي. دور تائين ڪاري رک جا ڍير ڦهليا پيا هئا. لڳو پئي ته ڪٿان ڪٿان دکيل دل مان هلڪو دونهون، اڃا به دانهين ٿي آسمان طرف وڃي رهيو هو. پريان هڪ اڌ سڙيل ۽ اڌ سلامت جهوپڙيءَ پرسان هڪڙو ڪتو نهايت ڪڙي نموني اوناڙي رهيو هو. انهيءَ لنبي ڪڙهائيندڙ چيخ ۾ لرزائيندڙ ۽ پوائتو اثر هو، جنهن دل ۾ هڪ نامعلوم ڏهڪاءُ پيدا ٿي ڪيو. شايد وفادار گگدام پنهنجي مالڪ جي وڇوڙي تي ماتمي سر آلاپي رهيو هو. تمام پريان ڪنهن مئل جانور تي ڳجهن جو جهنڊ ويڙهيل هو. اهڙي قبيح منظر تي اک اٽڪائڻ مشڪل هئي......

مان سوچڻ لڳس ته هاڻي آءٌ هن ڳوٺ ۽ اتي ٿي گذريل ڪانڊ جي ڪهاڻي ڪيئن لکندس؟ هتي ته ڪتي جي ڀؤنڪ ڪانسواءِ ٻيو ڪو به آواز سڻڻ ۾ نٿو اچي. رت، آنسون ۽ ڏڪڙڪ ڪانسواءِ ڪهاڻي ڪيئن سرجندي؟ مان ڪٿي طرف گهلجي ٿو وڃان. جهوپڙيءَ پرسان پهچندي ئي مان دهلجي ٿو وڃان. ڏٺم ڀيانڪ نموني سڙيل، هڪ انسان ساه کڻي رهيو آهي ۽ نيم بيهوشيءَ جي حالت ۾ "پاڻي، پاڻي" پڪاري رهيو آهي. مان هوش سنڀالي، شروعاتي هراس تي غالب ٿو پوان ۽ پنهنجي پاڻيءَ واري پلاسٽڪ جي ٿيلهيءَ مان ننڍو گلاس ڀري سندس وات تي رکي، ڦڙو ڦڙو ڪري کيس پيئاريندو ٿو رهان ۽ هڪڙو گلاس، ٻيو گلاس؛ سندس هٿن پيرن ۾ چرپر اچي ٿي... ڪافي عرصي کانپوءِ آهستي آهستي هوُ اکيون پٽڻ جي ڪوشش ٿو ڪري. مان يڪدم پنهنجي ٿرماس مان ڪافيءَ جو ننڍڙو گلاس، ڀري وري به، آهستي آهستي سندس چپن تي رکي ڍڪ ڍڪ ڪري کيس ڪافي پيئاريندو ٿو رهان ۽ هو سڄاڳيءَ جي عالم ۾ اچڻ لڳي ٿو. جڏهن سندس اکيون پوريون کلن ٿيون، تڏهن مونکي لڳي ٿو ته هو ڪجهه چوڻ ٿو چاهي. مان هڪ ڪافيءَ جو گلاس ٻيو به کيس پيئاريان ٿو. چوانس ٿو تون منهنجو نبي آهين. تون ئي، صرف تون، هن ڳوٺ جي قصي جو خالق ٿي سگهين ٿو؛ تون ئي اهو پيغام پهچائڻ لاءِ موت جي راه تان گهڙي ڪن لاءِ موٽي آيو آهين... منتظر اکين سان مان سندس ڦڙڪندڙ چپن کي ڏسندو رهان ٿو...

هوُ آهستي آهستي ڇڇريل اکرن ۾ قصو بيان ڪري ٿو. مان جيڪي به جهٽي سگهان ٿو، لکندو وڃان ٿو:

"ان شام کان ئي اها ڳالهه سڄي ڳوٺ ۾ ڦهليل هئي ته فوجي ڳوٺ کي گهيرو ڪيو ويٺا آهن... رحيم ۽ رحمان جڻن صبوح جو پر واري جهنگل ۾ ڪاٺيون ڪرڻ ويا ته، تاڻيل بندوقن سان فوجين کي ڏسي، هوُ هراس ۾ ڀوڄون پائيندا واپس ڳوٺ ۾ آيا ۽ سڄي ڳوٺ کي ان ڳالهه کان آگاه ڪيائون."

"اسانجو پيارو ڳوٺ لاڪاٽ، فوجي حرامخورن جي اکين ۾

ڪنڊي وانگر چڀڻ لڳو هو ... سرويچ جوان فوجي آمريت
خلاف اٿيا هئا ، انهن مان ڪيترائي ٽارچر جي ياترا
ڪري آيا هئا. ٻن دلير جوانن پر واري فوجي ٽڪري تي بم
اڇلايا هئا ... هو جهنگل طرف گم ٿي ويا هئا. اڄ تائين سندن
پتو ڪونهي ... فوجي اهو گناهه وساري نه سگهيا هئا ... "

" ٻيون ته گهٽيون ئي ڳالهيون هيون . هن ڇوڪرن
ڇا ڇا نه ڪيو هو؟! ڳوٺ جي سيني ڪتن کي ميڙي، انهن
تي حاڪم جو نالو لکي ، ڪين فوجي ٽوپي پهرائي ، پر واري
فوجي دستي ڏانهن ڊوڙايو ۽ فوجين هرهڪ ڪتي کي شوٽ
ڪري ڇڏيو هو ... هڪڙي ڏينهن ته هن جوانن ڪمال ڪري
ڏيکاريو " آزاد سنڌو ديش " جا هٿ لکيل پوسٽر ، ڳوٺ جي
گهرن جي ديوارن تي چنبڙائي ڇڏيا هئا ، جيڪي ڏسي
پنجابي سولجرن آپي کان ٻاهر نڪري ، گار گند ڪندي ،
ڦاڙي ڇڏيا هئا ... انهن مان هڪڙي حرامخور اسانکي ڪچي
گار ڏيئي چيو هو ، " يه لوگ هندوئون کي ...... سي پيدا
هوتي هئين ... "

" اها رات ايامن جيتري لنبي ٿي هئي ... پنجاهه گهرن
جي هيءَ ننڍڙي بستي ، ساهه مٺ ۾ ڪري ، ڪنهن پوائنٽي
امڪان جو انتظار ڪندي رهي ... رات جو ، انڌڪار ساري
ڳوٺ کي ڄڻ پنهنجي ڄار ۾ وڪوڙيو هو ...... "

" ٻارن ، ٻڍن ۽ زالن کي ڳوٺ جي وچ وارن جهوپڙن ۾
سلامتيءَ جي لحاظ کان گڏ ڪيو ويو هو. باقي مڙسالو ڳوٺ
جي ٽڙيل پکڙيل جهوپڙن ۾ سر تي اجرڪون ٻڌي ۽ هٿن ۾
ٽڪيون ڪهاڙيون جهلي ، ٻن ٽي يا ڪٽن تي جهوٽا کائي رهيا
هئا. اوجاڳو ماڻڪين ۾ چڀڻ لڳو هو ...... رات جو هر پل دهشت
جو ڌڪاءُ ڦهلائيندو ٿي ويو ... سانت گهٽيندڙ هئي ... "



" پر نه ، اهڙو ڪجهه ڪونه ٿيو ، جنهن جو امڪان هو .
رات ساڳي ئي واپس هلي وئي. ميرانجهڙي صبوح جو آغاز
ٿيو ... اڻچاتل ، نامعلوم صبوح ، جنهن جي پيشانيءَ تي لالاڻ
پڌل چادر پيل هئي ... سارو ٽڪل ڳوٺ ، ڏٻري ڏٻري اکيون
کوليندو رهيو ۽ ڏٻي ڏٻي پيراڻي چال سان ڇرڻ لڳو ...
ڳچو راڙيان پنهنجن ٻارڙن کي اڄ ڏينهن شروع ڪئي، ڪي جنبڻ
تي اُن پٿر کي لڳي ويون . ڪي ڏڌ ولوڙڻ ويٺيون ، ته
ڪن چلهيون ٻاري ماني پچائڻ لاءِ دانگيون رکيون ... مڙسالو
پڻ پنهنجي ڪم ڪار کي وڃي لڳا ... ڪي چوپايو مال ڌهڻ
لڳا ته ڪن ڏاندن کي پئي چارو ڏنو ۽ هر پئي تيار ڪيا ، ته
ڪي ڪاٺين لاءِ جهنگ طرف پئي اسهيا ... ٻيڙن پنهنجا حقا
پئي تيار ڪيا ... "

" تڏهن اُن پرسڪون زندگيءَ تي ظالم راڪاس جو پاڇو
پيو ۽ ... بندوقن جا آواز هوا کي چيرڻ لڳا ، فضا گهاٽجي
وئي، چوڌاري دانهون مچي ويون ... ٻارن جي وات مان
ڇرڪون ڇڏائجي ويئون ، مانڊاڻيون چاڙهين ۾ ڦرندي ڀڄي
ويئون ، اناج جون ٻڪيون عورتن جي هٿن مان ڪري پيون...
زندگي ٻڪاٻڪ سهمجي ، ٿمجي وئي . ٻيا ، ٻار ۽ عورتون
يڪدم سلامتيءَ وارن جهوپڙن طرف ڊوڙيا ... مرد پنهنجا
مورچا سنڀالڻ لاءِ پهتا ... "

" سامهون خاڪي لباس ۾ ، بندوقون سڌيون تاڻيندا ،
فوجي ٻگهڙ وڌندا پئي آيا . سندن چهرن مان شيطانيت پئي
ٽپڪي ... سندن ارادا خونخوار هئا ، سندن نعرو بدلو ، انساني
ڪوس سندن پيشو يا راند ... هو شڪاري ڪتن جيان سونگهيندا
آيا ... هرهڪ جهوپڙيءَ ۾ ليئو پائڻ، جتي هڪ يا ٻه مرد
اجرڪون سر تي ٻڌي، ڪلهن تي ٽڪيون ڪهاڙيون رکيو بيٺا

هئا ... هنن ڪنهن کي به هٿ ڪونه لاتو، هر جهوپڙيءَ ٻاهران ٻه سپاهي سنگينون بندوقون جهليو بيهندا ويا ... ٻاقي سپاهي ڳوٺ جي وچين حصي ۾ ڪاهيندا آيا، جتي زالون، ٻار، ٻڍا پناه ورتل هئا ۽ ڳوٺ جا سڀيئي جوان لوڙهين ۽ لٺين سان، ڪهاڙين ۽ ڏانٽن سان انهن جهوپڙن جي چوڪيداري ڳول ڦاهي بيٺا هئا ... سپاهين اندر گهڙڻ جي ڪوشش ڪئي ته کين ٻاهر ئي روڪيو ويو. هڪ ئي آواز آيو:

" اندر زالون ۽ ٻار آهن، جي اسان جي عزت ۽ امانت آهن "

... پنهنجي فوجي آفيسر کي گهٽي اچي وئي. هو ٻيگي وانگر رڙ لڳو، گاريون ڏيندو رهيو: " زالن کي ٻاهر ڪڍو. اسين کين ننگو ڪنداسون. اوهان برقعن ۾ ٻاغين کي لڪائي رکيو آهي.

" هو ٻڪندو رهيو، چلائيندو رهيو، ڌمڪيون ڏيندو رهيو: " جلدي ٻاهر نڪرو ... جلدي ٻاهر نڪرو ... " فضا ۾ سخت تناءُ ڏاڍي وڌي رهيو هو ... هڪ طرف هيون خونخوار بندوقون، ٻئي طرف هيون لڪيون ڪهاڙيون ... پوءِ به سيما ڪاٿي! آخر فوجي آفيسر رڙ ڪري چيو: "اگر اوهين زالون ٻاهر نه ايندئون ته اوهان کي پنهنجن مردن جي لاشن تان لنگهي ٻاهر اچڻو پوندو ...

" ... بلڪل ان وقت هڪ پيرسن عورت مائي بختاور، جهوپڙيءَ جو دروازو کولي ٻاهر آئي. هوءَ وڌي اچي ان خونخوار آفيسر جي سامهون بيٺي ۽ آفيسر تي ڦٽڪار ڪندي چيائين: اسان جا مرد اوهان وانگر نامرد نه آهن، جو برقعن ۾ لڪي ويهن يا زالن لاءِ بد فضيلتو ڳالهائين ... اهو اسان جي ڌرتيءَ جو مرڪ نه آهي، اوهان جو مرڪ آهي ...
مائيءَ اڃا ڳالهائڻ پورو ئي نه ڪيو ته بدحواس آفيسر کيس



پنهنجي هٿ واري لڪڙيءَ سان ڌڪو ڏنو ۽ مائي بختاور ڌڙام وڃي زمين تي ڪري. هڪڙي سورهيه ڪهاڙيءَ سان آفيسر تي الر ڪئي ... پر افسوس جو ان ظالم جو ڪنڌ ڪهاڙيءَ نذر ٿئي، تنهن کان اڳ، هڪ ئي وقت ڇهه گوليون ان سورهيه سنڌي سپوت جي سيني کي پار ڪري ويئون ۽ جوان ڌرتيءَ جي گود ۾ آرامي ٿي ويو ... ڌرتي سندس خون سان رڱجي ويئي. فضا ۾ راڙو مچي ويو ...

" ... زالون آهستي آهستي ٻاهر نڪري آيون ...... ڪن جي ڪڇن ۾ تازا ڄاول ٻار به هئا. سندن پٺيان ٻار ۽ ٻڍا به ڌيري ڌيري هڪ لمبي قطار ۾ بيهندا ويا. ٻارن جي چهرن تي هراس هو، زالون ۽ مرد گنڀير ۽ شانت هئا ... فوجي عملدار جي حڪم تي ڪي سپاهي تلاشيءَ لاءِ جهوپڙن ۾ گهڙيا ۽ شڪاري ڪتن وانگر ٻوسٽ ڪري ٻاهر نڪري آيا ... ڪوبه روپوش جوان کين هٿ نه آيو، تڏهن وري پنهنجي آفيسر ڀاڄيءَ کان ٻاهر نڪري ويو ... هن ذليل کي اڃا به شڪ رهجي ويو هو ته جي عورتون برقعا ويڙهي بيٺيون آهن، سي ڳوٺ جا ٻاغي لڪل جوان آهن ... رڙيندي چيائين: " برقعا هٽايو ... برقعا هٽايو، هنن ٻاغين کي تلاش ڪريو ...

" هاڻي سندس سڄو منهن ڪارو ٿي ويو ... ڏوڪرين زالن، جن برقعا اوڍي رکيا هئا، تن آهستي آهستي، هڪ هڪ ڪري ٻهرين پنهنجي چهري تان پردو هٽايو ۽ پوءِ جسم تان برقعو هٽائي ڦٽو ڪيو ... پر هن يزيد جي اولاد انسانيت جا سڀ ليڪا لنگهي، عورتن کي ننگو ڪرڻ جو حڪم ڏنو ... ڪيترئي آبرودار ڪهاڙيون مٿي کڻي ويٺيون. پر ظالمن جا ڪنڌ مٽيءَ ۾ ملن، تنهن کان اڳ، فوجين جون گوليون

مڙسالن جي ڇاتين کي چيرينديون ويئون ۽ سندن ڪھاڙيون ڇڏائجي زمين تي ڪري پيون.

”... تڏھن لاڪاٽ ڳوٺ جي ھڪ بھادر وطن پرست، مدور، فوجي جنھن جي رت جا پياسي ھئا ۽ جيڪو ڪين گوھي ڏيئي روپوش ٿي ويو ھو، تنھن جي نئين ڪنوار زليخا، ڳالھين واري قطار کان ٻاھر نڪري آئي ... ھوءَ اڀي ڊڪي، رئي سان پڪيل مٽي سان، اڳتي وڌي فوجي عملدار جي بلڪل سامھون اچي بيٺي. ڳاٽ اوچو ڪري چيائين: مان تنھنجي ڌيءَ جيڏي لڳان ... اَڄ تون مونکي پنھنجي ھٿن سان ننگو ڪر. بيشرم آفيسر ھڪ سپاھيءَ کي رڙ سان حڪم ڏنو: ننگا ڪرو اس بي حيا عورت ڪو ...

”سپاھي اڳتي وڌي آيو، زليخا جي پرسان اچي، جھٽ ئي ھن سندس رئي ۾ ھٿ وڌو تہ ٺھڪ زليخا ڦرتائيءَ سان پنھنجي ڦر مان ھڪ ننڍو چاقو ڪڍي ورتو ۽ اھو زور سان سپاھيءَ جي ڇاتيءَ ۾ گھسائي ڇڏيو ... سپاھي ڪتي واري ڪيڪ ڪري، اونڌي منھن وڃي زمين تي ڪريو. ٻيو ڇا ھو؟ ڪربلا جو ڪوس ھو ... ٻڍن، ٻارن، زالن، مردن تي گولين جي برسات ھئي. گويا وحشانيت جو ننگو ناچ ھو ... ھيڏانھن سورھيہ سپوتن پڻ پنھنجن ڪھاڙين سان ڪيترن ئي حيوانن جا ڪنڌ اڏائي ڇڏيا. پر ڪھاڙي ۽ بندوق جو ڇا مقابلو لڳي! ... ايائي سؤ جو آدم ... باقي ڪي ڳاڻ ڳڻيا چھريل ۽ رت واھيندڙ شخص ئي نہ وڃي بچيا ... ۽ ٻيو ... ۽ ٻيو“ آواز سندس گلي ۾ اٽڪي پيو ... جڻ ساھ کڻڻ ۾ کيس ڀاري تڪليف ٿي رھي ھئي. مون اتاوليءَ مان زور سان چيو: ”ھا، ۽ ٻيو ڇا ٿيو؟ ...“ پر ھو ھڏڪيون کائي ھو ھمراھ ٿڌو ٿي ويو. مون کان دانھن نڪري ويئي. وفادار



ڪتو ”ڪون ... ڪون“ ڪري، مالڪ جي موت تي سياپو ڪرڻ لڳو ... مان آلين اکين سان، پنھنجو رومال ھن جي سڙيل چھري تي رکي، ٻاھر نڪري آيس ...

... ھن ڪھاڻيءَ جو سچو ڪھاڻيڪار، ڪھاڻيءَ جي آخرين سٽين ٻڌائڻ کانسواءِ ھليو ويو ... ان ڪھاڻيءَ جي پڇاڙي ڄاڻڻ ڏکيو نہ آھي ... انھن ئي ٿيو ھوندو جو اُن حيوان آفيسر ھن انساني ڪوس جي عظيم گناھ کي لڪائڻ لاءِ فوجي ھيڊ ڪوارٽرس کي وائرليس رستي اطلاع ڏنو ھوندو تہ: لاڪاٽ ڳوٺ جي خلق بغاوت ڪئي آھي ... باغين سپاھين تي حملو ڪري ڪيترن کي قتل ڪري ڇڏيو آھي ۽ ڳوٺ تي آزاد سنڌو ديش جو جھنڊو جھولايو اٿن ... ۽ ٻيءَ رات جي وڳوڙي ۾ ھيڊ ڪوارٽرس جي حڪم سان ھيلي ڪاپٽرن رستي ھن ڳوٺ تي بمباري ڪئي ويئي ھوندي ... ۽ اُن رات لاڪاٽ ڳوٺ ڌرتيءَ کان گم ٿي ويو!



# اکيون

جيئن ئي ڊاڪٽر پٽيءَ جي ڳنڍ کولي، اکين تان هوريان هوريان پٽي هٽائڻ لڳو، تيئن ساوتريءَ جي دل جي ڌڪ ڌڪ ڌنوٽيءَ وانگر وڌندي رهي. هوءَ پنهنجي دل جي ڌڪ ڌڪ بلڪل ٻڌي پئي سگهي، جڏهن ڊاڪٽر اکين تان ڪپهه جا پها به هٽايا ته ساوتريءَ محسوس ڪيو ته سندس سڄي بدن مان رت ڊوڙندو دل طرف ڌوڪيندو پيو اچي! پها هٽندي سامهون واري شخص جيئن ئي اکيون کوليون ته هوءَ بي-صبريءَ وچان ڪرسيءَ تان ٽپو ڏيئي اٿي بيٺي ۽ پنهنجا ٻئي هٿ ڇاتيءَ جي کاٻي طرف جهلي بيٺي، ڄڻ ته دل کي روڪيندي هجي ته ڪٿي ٽپو ڏيئي ٻاهر نه نڪري اچي...!

جنهن جي ساوتريءَ کي اميد هئي، اهڙو ڪجهه به نه ٿيو. هن شخص ٻه ٽي دفعا اکيون کوليون ۽ بند ڪيون ۽ پوءِ چوڌاري نظر ڦيرائي، پوءِ ڄڻ هڪ ايڏي سندر خواب مان سجاڳ ٿيڻ واري حيرت ڀري خوشيءَ سان، اکيون ڊاڪٽر مٿان اٽڪائي، پورن احسانمنديءَ ڀري مرڪ پنهنجي چهري تي ڦهلائي ڇڏي. ڊاڪٽر مرڪ جو جواب مرڪ ۾ ڏنو ۽ ڪانئس پڇيو، "هن ڪوٺيءَ ۾ توکي سڀ ڪجهه چٽيءَ طرح نظر اچي ٿو؟" ان شخص صرف ڪنڌ لوڏڻ سان "ها" ڪئي. ڊاڪٽر ٻيو سوال ڪيو، "تون هتي ڪنهن کي سڃاڻين ٿو؟" وري به هن واس ٻنهي ڪانسواءِ ناڪاري انداز ۾ ڪنڌ ڌوڻڻ سان "نه" ڪئي. ڊاڪٽر مڙي ساوتريءَ طرف ڏٺو، جيڪا بت مثل، اوشواس ۽ بيزاري ڀرئي چهري سان، اڃا به دل تي هٿ رکي بيٺي هئي. هاڻ سندس دل دک جي ساگر ۾ ٻڏي رهي هئي... هوءَ گويا سڀ ڪجهه هارائي چڪي هئي!

ڊاڪٽر، نرس کي مريض جي مڪمل آرام ۽ دوا درمل بابت هدايتون ڏيئي، ساوتريءَ کي پنهنجي ڪئبن ۾ وٺي آيو. ساوتري ڪرسيءَ تي ويهندي ئي ڄڻ ٽٽي پيئي. هوءَ ڏبيل نموني سڏڪندي رهي. ڊاڪٽر جي بار بار سمجهائڻ ۽ آٿت ڏيڻ جي باوجود سندس اکين مان نير-ڌارا جهر جهر وهندي رهي.

ساوتريءَ کي ڪيئن وشواس اچي ته سندس مڙس جون اکيون کيس سڃاڻي نٿي سگهيون! اکين جي ٽرنسپلانٽ (بدل سدل) ٿيڻ کان اڳ ئي ڊاڪٽر ڪيترا ڀيرا ساوتريءَ کي ذهن نشين ڪرائڻ جي ڪوشش ڪئي هئي ته اهو بلڪل ممڪن نه آهي ته سندس رميش جون اکيون ٻئي ڪنهن شخص جي ڪوٺن ۾ سمائڻ سان کيس سڃاڻي سگهن، ڇو ته اکين کي رڳو ڏسڻ جي سگهه آهي ۽ نه سڃاڻڻ جي. سڃاڻڻ جي شڪتي صرف ذهن جي ان حصي کي آهي، جتي ڏٺل چيزن جا عڪس ٺهي پوندا آهن ۽ سڃاڻي صرف ان چيز کي سگهبو آهي، جنهن جو چٽر هڪ دفعو اکين جي معرفت ذهن تي اڀري چڪو هجي. جنهن شخص کيس هڪ دفعو به نه ڏٺو آهي، سو ڀلا ڪيئن ۽ ڪهڙي آڌار تي کيس سڃاڻي ٿي سگهيو؟

پوءِ به ساوتريءَ کي اعتبار ئي نه پيو اچي ته رميش جون اکيون کيس سڃاڻي نه سگهنديون، ڀل اهي ڪئي ئي ڇو نه هجن! آهي اکيون جن منجهه رميش پورا چار سال

كيس وڻهاري سنڌس جنسي آرتي اُتاري هُئي ۽ كيس چرڻ
پنهنجي اکين ۾ سمائي ڇڏيو هو، سي اکيون كيس نہ سڃاڻڻ
جي پل ڪيئن ڪنديون؟ جاڳرت اوستا جو هر پل رميش
ساوتريءَ جي صورت کي ارپيو هو، ايتري قدر جو جڏهن
هو گهر کان ٻاهر يا آفيس ۾ هوندو هو تہ بہ ساوتريءَ جي
صورت سندس اکيان سارو وقت پئي ڦرندي هُئي. هو ساوتريءَ
کي چوندو هو تہ منهنجون اکيون توکي سرڳ ۾ بہ ڳولي
لهنديون! تہ پوءِ هاڻي هتي ڌرتيءَ تي اهي اکيون كيس
ڇو نٿيون سڃاڻي سگهن!

ساوتريءَ کي ياد آيو تہ شاديءَ کانپوءِ وارا چارئي سال
رميش سندس اکين کي چميو هو. هو ساوتريءَ ڀنا گهڻو
وقت رهي ڪونہ سگهندو هو ۽ جيئن گهر اندر پير رکندو هو تہ
اُمالڪ شاہ لطيف وارو امر بيت اُچاري چوندو هو ”ساوتري
تون منهنجن اکين اندر اچي ويهہ تہ آءٌ انهن کي واري ڇڏيان،
توکي لوڪن کان لڪائي ڇڏيان!“ ڪڏهن ڪڏهن تہ مذاق
مذاق ۾ هُو كيس چوندو هو، ”منهنجون اکيون تنهنجين اکين
کي ڏسڻ کانسواءِ رهي نٿيون سگهن. مونکي اهي ڏي تہ آءٌ
آفيس ۾ کنيو وڃان ۽ جڏهن بہ دل ٿئي تہ کين ڏسي
وٺان.“ ساوتريءَ كيس پنهنجو فوٽو ڏيئي چيو هو ۽ ”هيءَ
وٺي پنهنجي سامهون آفيس جي ٽيبل تي رکو.“ اُن کان
رميش اهو فوٽو آفيس ٽيبل تي نہ ڪونہ رکيو هو، پر اهو
ٽيبل جي خاني ۾ رکي ڇڏيو هئائين ۽ ڏينهن ۾ ڪيئن دفعا
ورور ڪري هو خانو کولي لڪي لڪي پيو اهو ڏسندو هو!

رات جي وقت پڻ پيار ڪندي هو ساوتريءَ جي اکين
کي گهٽي ۾ گهڻو چمندو هو ۽ پنهنجون اکيون کانئس ڇپائيندو
هو. ڪلاڪن جا ڪلاڪ اِها اکين جي پرستش ڪندي رميش



اُڪيو ڪونہ هو. هڪڙي دفعي جڏهن چرچو ڪري ڪٺي
ساوتريءَ چيس، ”ايشور نہ ڪري جي اتفاق سان ڪنهن
حادثي سبب منهنجون اکيون هليون وڃن تہ پوءِ ڇا ڪندا؟
موهہ جي زنجيرن کان پاڻ کي آجو ڪريو...“ تڏهن ٻهران تہ
هو سوالڄي ويو... پر پوءِ ساوتريءَ جو منهن پنهنجي هٿن
۾ جهلي ايتريون تہ چميون ڏنائين جو سندس اکين آڏو اونده
اچي وئي. انهيءَ رات ٿي هُن پنهي گڏجي اِها صلاح
پچاري تہ هُو پنهنجون اکيون دان ڪندا، پر انسانن کي
ڏيندا جيئن اُنهن معرفت هو هڪ پئي کي ۽ دنيا کي ڏسندا
رهن. ۽ پئي ڏينهن تي هُو فارم ڀري نيتر- دان ڪيندر تي
ڏيئي آيا هئا.

ساوتري سوچڻ لڳي: الا! مون کي ڪهڙي خبر تہ
اِهي اَشُب وچن منهنجو ڀرتم مون کان کسي وٺندا ۽ پنهنجن
اکين ۾ جاءِ ڏيڻ وارو هميشہ لاءِ منهنجين اکين کان دور ٿي
ويندو. مون پنهنجي ڀاڳ کي ڪوسي، پاڻ مارڻ چاهيو هو ۽
پنهنجي نڀاڳي زبان کي ڪٽي ڇڏڻ چاهيو هو... پر ان مان
ڇا ٿيڻو هو... رميش ٿوروئي موٽي اچڻو هو...

رميش جي اوچتي دل ٽٽڻ ڪري، پهريان ساوتريءَ جا
اوسان خطا ٿي ويا هئا، پر جلد ئي كيس نيتر دان واري ڳالهہ
ياد اچي وئي. هن پنهنجي دل تي پٿر رکي، يڪدم اسپتال
کي ٽيليفون ڪري پنهنجي ڀرتم جون اکيون سسڪندي
سسڪندي اسپتال جي امانت ڪري ڇڏيون. اختياريءَ
وارن کان صرف هڪڙو وچن ورتائين تہ جڏهن بہ رميش
جون اکيون پئي ڪنهن شخص کي ڏنيون وڃن تہ كيس
يڪدم ڄاڻايو وڃي، جيئن آپريشن کانپوءِ هوءَ پنهنجي پتيءَ
جون اکيون ڏسي سگهي. گهڻي آنا ڪانيءَ کانپوءِ اسپتال وارن

سندس منٿ قبول ڪئي هئي. آپريشن کان وٺي ٻئي ڪلاڪ ڏائين، هوءَ اهي سڀ ڏينهن اسپتال ويندي رهي، انهيءَ اميد سان ته ٻئي ڪلاڪ سان ئي رميش جون اکيون کيس سڃاڻي وٺنديون ۽ هوءَ انهن کي چمي وٺندي. جذبي ۽ موهه جي وهڪري ۾ هوءَ اهو به ڀلجي ويئي ته ڏاڙي شخص ۾ پيل رميش جي اکين کي چمڻ مريادا جي خلاف هو... ۽ هيڏانهن هيءُ شخص ته مورڳو ڪيس اجنبي نظرن سان ڏسي رهيو آهي...

ساوتري غم جي ساگر ۾ لڙهندي ٻڏي وڃي ها، پر ڊاڪٽر جي آواز جلد ئي کيس ڇڪي ٻاهر آندو، ”مسٽر رميش، اوهان جي دک جو مان اندازو لڳائي سگهان ٿو، پر ڪنهن به مانسڪ درد جو علاج سواءِ من کي شانت رکڻ جي ٻيو ڪوئي ڪونهي. اوهان کي ته اهو فخر ۽ سنتوش هئڻ گهرجي جو اوهان جي پتنيءَ جي اکين ڪنهن ٻئي انسان جي اونداهي دنيا کي روشن ڪيو آهي، ان جي جيون ۾ امرت ڀريو آنند اوتيو آهي ۽ کيس جيون جو نئون ور دان ڏنو آهي. ڇا اوهان لاءِ اها خوشيءَ جي ڳالهه نه آهي ته اوهانجي پتنيءَ جون اکيون جيسين هيءُ شخص زنده آهي، سنسار کي ڏسنديون رهنديون ۽ اوهانکي پسنديون رهنديون. اوهان چاهيو ته هن شخص سان آءٌ اوهانجي واقفيت ڪرايان.“

ڊاڪٽر جي ڳالهه ٻڌي ساوتريءَ کان هلڪي چيخ نڪري ويئي ۽ وراڻيائين، ”نه، ڊاڪٽر نه، انهيءَ ڳالهه کي اتي ئي رهڻ ڏيو، مون تي صرف هڪڙي مهرباني ڪريو جو هيءُ شخص جيترا به ڏينهن اوهان وٽ چيڪ - اپ لاءِ رهي، مان هر روز اوهان سان گڏجي هن جي ڪمري ۾ هلنديس، پر رکو، اهو مون تي احسان ڪريو.“ ڊاڪٽر ساوتريءَ جي



دل رنجائڻ نٿي گهري. چيائينس، ”ڀلي. اوهين اچو ته روز ٻه دفعا صبوح جو يارهين بجي ۽ شام جو ڇهين بجي مان اوهانکي به پاڻ سان گڏ رائونڊ تي وٺي هلنديس.“ ان خاطريءَ مان سنتوش پائي، ڊاڪٽر جي شڪرگذاري مڃي، ساوتري گهر موٽي آئي.

... ... ...

پورا ست ڏينهن صبوح ۽ شام ساوتري نت نيم سان پوري وقت تي اسپتال ايندي رهي. هوءَ ڊاڪٽر سان گڏ رائونڊ تي نڪرندي هئي ۽ انهيءَ مسٽر ”الف“ جي ڪمري ۾ پهچي ويندي هئي. ان ڪمري ۾ گهڙڻ سان سندس اکيون ان شخص جي اکين ۾ اٽڪي پونديون هيون ۽ ڪنهن جادوئي اثر هيٺ هوءَ جاڳي ۾ پڻ سپنن جي سنسار ۾ پهچي ويندي هئي. ماضيءَ جون ڪيئي حسين تصويرون، جن ۾ رميش سان ماڻيل الولين جا درشيه هوندا هئا، سي سندس ذهن جي پردي تي مٽ لاٿڻ لڳنديون هيون. هوءَ مگن ٿيڻ جهڙي اهو آنند ماڻيندي هئي ۽ سندس اهي خوش خواب تڏهن ٽٽي پوندا هئا، جڏهن ڊاڪٽر چوندو هو، ”Let us go“ ۽ هوءَ پنهنجي من جو چين، سک، ان ڪوٺيءَ ۾ ڇڏي ٻاهر نڪري ايندي هئي.

ستين ڏينهن تي، پڇاڙيءَ واري رائونڊ وقت جڏهن ڊاڪٽر اڪيلو ڪمري کان ٻاهر نڪري ويو ته، ڌڙڪندڙ دل ۽ ڏڪندڙ هٿن سان پرس کولي، ساوتريءَ هڪڙو ويڙهيل ننڍڙو پني ٽڪرو ڪڍي ان شخص ”الف“ جي بستري تي رکيو ۽ جهٽ ڏيئي، ڊوڙندي ٻاهر نڪري آئي.

مسٽر ”الف“ پو کولي پڙهيو، لکيل هو:

مهاشيه، مان اوهانکي پنهنجي دل جي آنڌ مانڌ ڪيئن

ٻڌايان؟ منهنجي پريتم پتيءَ جون دان ڪيل اکيون اوهانکي مليون آهن. اهي اکيون آهن، جن سان منهنجي پتيءَ چار سال مونکي ائين پريم سان ڏٺو هو. اهڙي پيار ڪري مان اڃامن تائين وساري نه سگهنديس. مون پنهنجي پريتم جون اکيون سندس اڳيان سان اوهانکي سپرد ڪيون آهن. جن اکين کي نه ڏسڻ سان منهنجو هر پل ڏکيو گذرندو هو، تن کي آءٌ هاڻي ڪڏهن ڏسي نه سگهنديس. انهن اکين کي آءٌ موٽائي به نه وٺي نٿي سگهان! منهنجي دنيا اونداهي ٿي، پر اوهان جو سنسار ته روشن ٿيو ... بس.

— هڪ ابوس

... ... ...

ان واقعي کي ڪافي وقت گذري چڪو هو. ساوتري پنهنجي ٻار جي پرورش ۽ ان جي آئينده جي خوشيءَ لاءِ پنهنجو غم ڀلائڻ جي ڪوشش ڪري رهي هئي. سندس زندگيءَ جي بيرواه رواجي نموني هلي رهيو هو. پر اوچتو سندس جيون ۾ هڪڙو ڌماڪو ٿيو. هڪڙي ڏينهن صبوح سويرو سندس در تي گهنٽي وڳي. ساوتريءَ جيئن ئي دروازو کوليو ته حيرت وچان اواڪ رهجي ويئي! مسٽر "الف" سامهون بيٺو هو. ساوتريءَ کي پنهنجين اکين تي وشواس ئي نه پيو اچي. هوءَ دروازي جي چائنٽ اندر ۽ اهو شخص چائنٽ کان ٻاهر، ڪيتري ساعت هڪ ٻئي جي سامهون جميا بيٺا رهيا. آلاڻي ڪيترو وقت هو موت جهڙي خاموشيءَ سان، هڪ ٻئي کي ڏسندا رهيا، شايد ٻنهي جي مورتين وانگر هو اڃامن تائين ائين ئي کڙا هجن ها، پر هڪ ننڍڙي ٻالڪ اچي ساوتريءَ کي هٿ کان ڌونڌاڙيو، "ممي ڪير آيو آهي؟" ساوتري جهٽڪ ايسريءَ واري اوستا کان ٻاهر نڪري



آئي ۽ حجاب جو سياويڪ پردو سندس چهري تي وري آيو. قدرتي هڄڪ جي باوجود ان ڌارئي شخص آڏو مريادا جو اظهار ڪندي چيائين، "اندر اچو نه!" چوڻ کي ته چئي ويئي پر يڪدم سندس من ۾ شنڪا پڻ جاڳي. پرائي پرش کي گهر اندر دعوت ڏيڻ مريادا جو الڳهن ته نه هو؟ خاص طور جڏهن هوءَ گهر ۾ اڪيلي هئي ۽ ڌارئي شخص بابت ڪيس ڪنهن به قسم جي ڄاڻ نه هئي. سواءِ ان جي ته اسپتال وارن سندس پتيءَ جون اکيون ان شخص کي دان ڪيون هيون. ان شخص سان ڏيٺ ويٺ ته ٿيو، پر اسپتال واري عرصي ۾ هن هڪ لفظ به نه ڳالهايو هو. ليڪن هاڻي ته هوءَ ڪيس گهر اندر اچڻ جي دعوت ڏيئي چڪي هئي ۽ اها موٽائي به نٿي سگهي.

مسٽر "الف" چائنٽ ٽپي اندر آيو. ٻالڪ جي مٿي تي هٿ گهمائي چيائين، "ٻلو تنهنجو نالو ڇا آهي؟" هو ٻالڪ کي هٿ کان وٺي سامهون ئي بيٺڪ واري ڪمري ۾ وڇيل صوفا تي ويٺو ۽ ٻار کي کڻي ڳود ڪنيائين ... ساوتريءَ جي دل زور سان ڌڪ ڌڪ ڪرڻ لڳي. پنهنجي مونجهاري کي لڪائڻ لاءِ هوءَ رڌڻي طرف هلي ويئي. سندس هٿ ته برابر چانهه ٺاهڻ ۾ رڌل هئا، پر سندس ذهن ۾ هڪڙو ڪن ڦري رهيو هو. رڌڻي ۾ ڪيس مسٽر "الف" ۽ سندس ٻالڪ جو آواز چٽو پئي ٻڌڻ ۾ آيو. ٻالڪ "الف" کي پنهنجا رانديڪا ۽ رنگارنگي تصويرن وارا ڪتاب ڏيکاري رهيو هو ۽ مسٽر "الف" کانئس ننڍڙا ننڍڙا سوال ڪري رهيو هو ۽ پوءِ وري ٻئي ڳڏجي کلي به رهيا هئا.

ساوتريءَ جي حالت ڪجهه عجيب هئي. هوءَ پڇتائيءَ ۾ ٻڏل هئي ... منهنجي پريتم جون اکيون منهنجي اڳڻ

آيون آهن. ڇا مان انهن کي ڇهي سگهان ٿي؟ هڪوار اهو سوچي سندس بدن ۾ ٻجليءَ جهڙي تيز ڌارا گهمي وئي. ڇا مان پنهنجو شرير هن ٻڍ پرش جي گود ۾ ڌري ڇڏيان؟

رميش جي محبت جو آبشار سندس اکين ۾ جهلڪڻ لڳو. ڪيس ائين لڳو ته ڄڻيان رميش آهستي آهستي، پير پير ۾ دٻائي سندس اکيون پورڻ ۽ ڀاڪر ۾ ڀرڻ لاءِ اچي رهيو آهي، جيئن اڪثر هو ڪندو هو، جڏهن هوءَ چانهه يا ماني ٺاهڻ ۾ مگن هوندي هئي. سمجهيائين سندس ڪن ۾ ڪوئي پڙلڪي پيو. سهڻي کي ساڻيا سمجهي، هن ڪنڌ پٺيان ورائي ڄڻ رميش کي پڪڙڻ جي ڪوشش ڪئي، تڏهن اوچتو هٿن تي گرم چانهه هارجڻ جو احساس ٿيس. هوءَ سپني مان جاڳي پيئي. ڪن پل لاءِ پنهنجي ڪمزوريءَ جو احساس ڪيس ڪائڻ لڳو. ٿيس سندس من اندر اٿيل طوفان به اُمجي چڪو هو.

چانهه جو ڪوپ ۽ پليٽ ۾ بسڪيٽ وجهي، ساوتري ٺري ڪٽي نهايت ئي ٻڌتر واري پريشان حال ۾ بيٺڪ واري ڪمري ۾ آئي. ٺري، وچ ۾ بيل ٺهائيءَ تي رکي، هوءَ ٽو رو پريان بيل سيٽيءَ جي ڪنڊ تي وڃي ويهي رهي. هن پنهنجي ساڙهيءَ جو پلئه ڇڪي مٿي کي ڍڪي ڇڏيو هو ۽ اکيون هيٺ جهڪائي فرش ڪي ٿي تڪي رهي هئي. ڌڙڪندڙ دل ۽ ڪنبندڙ هٿن تي قبضو پائڻ جي ڪوشش ڪري رهي هئي.

اوچتو سندس ڪنن ٿي ٻه اکر گهنڊ وانگر وڳا. مسٽر ”الف“ چيو، ”شريمتي مونوائي ...“. ظاهر هو ته مسٽر ”الف“ اسپتال مان سندس باري ۾ سمورو احوال حاصل ڪري، همت پٽتو هو. پر ساوتريءَ ته اختياريءَ وارن کي تاڪيد ڪري ڇڏيو هو ته هن ڳالهه کي راز ئي رکڻ ڏنو وڃي ۽ ڪنهن کي به ڪا ڄاڻ نه ڏني وڃي. ساوتريءَ جو سڄو



بدن ٿاٻجي ويو ۽ هن اکيون کڻي جڏهن مسٽر ”الف“ کي ڏٺو ته سندس چهري تي اها ٿاڪ هئي، جيڪا ڪنهن ٻه وقت ڪروڌ ۾ پڌاجي سگهي ٿي. مسٽر ”الف“ پاڻهي ويو ته وايو منڊل ٿاٻجي ويو آهي. حالت جي نزاڪت کي ڄاڻندي، ڏاڍي نرمائيءَ ڀري انداز سان هن چيو، ”شريمتي مونواڻي، اختياريءَ وارن مونکي اوهانجو ڏس-پتو ڏيڻ کان ڏاڍي آناڪاني ڪئي. پر منهنجي تمام گهڻي زور ڀرڻ تي اوهانجي پتيءَ جي باري ۾ تفصيل ڏنائون ۽ هيءُ پتو به ڏسيائون ...“ مسٽر ”الف“ اڃا جملو پورو ئي نه ڪيو هو جو ساوتريءَ جو ڪروڌ ڇلڪي پيو، ” ۽ اوهين اُن جو فائدو وٺي، مونکي ٻـي سهاري سمجهي، منهنجي گهر ۾ گهڙي آيا آهيو ...“ هوءَ وڌيڪ ڪجهه چئي نه سگهي، ڄڻ گلو گهٽجي ويو هجيس. هوءَ سڏڪي رهي هئي.

مسٽر ”الف“ سرڀجي ويو. حيرت وچان ساوتريءَ طرف نهاريندي ٻڙا گاڏڙ آواز ۾ چيائين، ”مان ته صرف اوهانجا ٿورا مڃڻ آيو هوس. اوهانجا ۽ اوهانجي پتيءَ جا مون تي ڪيترا نه احسان آهن! اوهان مونکي نئين زندگي بخشي آهي ۽ منهنجي اونداهي دنيا کي روشن بڻايو آهي. اوهين منهنجا نيتر-دانا آهيو.“

ساوتريءَ جو ساڳيو آڪار ۽ آواز قائم رهيو، ”مونکي اوهانجي شڪرادائيءَ جي ڪائي ضرورت ڪانهي! اوهانجا ٿورا منهنجي زندگيءَ ۾ ڪهڙي روشني آڻيندا؟ اوهين وڃي پنهنجي روشن دنيا ۾ رهو. مون کي اونداهيءَ ۾ ئي رهڻ ڏيو.“

”لڳي ٿو گهري ڏک جي چوٽ اوهانجي من کي پريشان ڪيو آهي. مان اوهانجو درد محسوس ڪري سگهان ٿو. پل

اوهان جو من شانت ٿئي. مان وري ٻئي ڪنهن وقت ايندس موٽي نه. جاڳڻ ٻئي چاهيو، اگر مان اوهانجي ڪنهن ڪم اچي سگهان ته ... "

ساوتريءَ کي انهن اکرن ڄڻ ڏنگ هنيو. هوءَ ٻرڙڪو ڪائي اٿي ويٺي، " مونکي اوهان جي همدرديءَ جي ڪائي ضرورت ڪانهي. لک مهربانيون اوهان جون! اوهين ڇا منهنجو ڏک دور ڪري سگهندا؟ هيڪاري هت اچي منهنجي ڏک ۾ اضافو ڪندا. انڪري ڪرپا ڪري اوهين ڪڏهن به مون سان ملڻ جي ڪوشش نه ڪندا، وري ڪڏهن به منهنجي در تي نه ايندا ... مونکي منهنجي حال تي ڇڏي ڏيو. "
ساوتريءَ جو بدن وسامي ويو ۽ استري تي ٻيرڪي، هوءَ اونڌي منهن ليٽي رهي ...

مسٽر " الف " ٻي حال ئي ويو. ساوتريءَ جي پيڙا جي احساس کيس لوڏي ڇڏيو. دل ۾ ڪجهه پڇتاءُ به محسوس ڪيائين. ساڳي استريءَ جا ٻه روپ! کيس ڪجهه به سمجهه ۾ نه آيو. خط جيڪو ساوتري اسپتال جي ڪمري ۾ وٽس ڇڏي ويئي هئي، سو کيسي مان ڪڍي، هن چپ چاپ ٽپائيءَ تي رکيو ۽ اٿندي ٻار کي مٿي تي هٿ گهمائي، ساوتريءَ طرف منهن ورائي، چيائين، " شريمتي موٽواڻي، انهه اڻڄاڻائيءَ ۾ جيڪو ڏک اوهانکي پهچايو آهي، تنهن لاءِ آءٌ اوهان کان معافي ٿو گهران ... " ائين چئي هو تڪڙو تڪڙو ڪمري کان ٻاهر نڪري آيو. در اڃا به کليل ئي هو. ڏاڪڻ لهندي کيس ساوتريءَ جو هانءُ ڦاڙي روئڻ جو آواز ٻڌڻ ۾ آيو، جنهن ۾ ٻار جي روئڻ جو آواز به شامل ٿي ويو ...

●●



# لينن گراڊ جي هڪ شام

اها شام ڏاڍي غمگين گذري هئي. اسين هڪ يادگار ڏسي موٽيا هئاسون. اهو هنڌ جتي ليننگراڊ جا پنج لک ابوجهه پوريا ويا آهن، جيڪي ٻي مهاڀاري لڙائيءَ وقت نازي وحشانيت جو شڪار ٿيا هئا. نه وقت هو، نه جڳهه هئي، تنهن ڪري هزارين انسانن کي هڪ ئي وقت وڏيون کڏون کوٽي وجهندا ۽ پوريندا ويا ... ۽ اهو شاهي ميدان، انهن لکين بي - وقتو اَجل جو شڪار ٿيل بي - گناهن جو قبرستان - هڪ يادگار جي صورت ۾ قائم ڪيو ويو آهي ...

اهو سڄو ميدان هڪ سنڌر سائي ۽ رنگارنگي پرت واري غاليچي وانگر ٿو لڳي. چوڌاري وڻن جون قطارون قدرتي ديوار وانگر ڪڙيون آهن. وڻن جو قسم ۽ آڪار اهڙو آهي جو هڪ سنهي سنهي درد جي چپ چپ جو احساس پيدا ٿئي، ڇاڪاڻ انهن وڻن جي شاخن تي تمنائون ۽ حسرتون ويٺيون آهن. ميدان ۾ هڪ ٻئي کي ڪٽيندڙ ۽ هر طرف ويندڙ پيچرا آهن، جن سان لڳو لڳ چوڌاري اڇي سنگمرمر جي پٿر جون چادرون وڇايل آهن، جيڪي قبرن جو گڏيل سمبل ۽ تسڪين پيدا ڪرڻ لاءِ آهن ...

٣٥ سالن کانپوءِ به ليننگراڊ واسي پنهنجن " شهيدن " جي ياد ڀلائي نه سگهيا آهن ۽ هر آرتوار تي هزارين باشندا گلن جا سنڌر هار يا گلدستا کڻي،

انهيءَ آسمان ڏي اچن ٿا. شايد ڪي ماڻهون آهن يا پکيئڙا آهن، جن جو اڪيلو ۽ سڪيلڌو جگر جو ٽڪرو وطن مٿان گهوري ويو هوندو، ڪي محبوبائون هونديون جن جون خوبصورت اميدون اڃا سهڻيون ٻڌيون هونديون، ڪي ويچاريون هونديون جن جا سهاڳ مٽجي ويا هوندا، ڪي پوڙها، پڙپوٽا، پٽ ۽ ڏيٺرون آهن، جن جا پيارا وطن تان گهوري ويا آهن. سچيءَ شرڌا جا گل اڃا ڏاڍي پريم سان رکن ٿا، جيتوڻيڪ ڪنهن کي به خبر نه آهي ته "سڀ کان پيارو" شخص ڪهڙي پٿر جي چادر هيٺان سمهيل آهي. هو ته انهيءَ عقيدت سان گل رکن ٿا ته سندن پيارو اڃا تي پوريل آهي... ڪيترن ئي ٻڍن توڙي نوجوان پرشن توڙي استرين جي اکين ۾ آنسون آهن — ٣٥ سالن ۾ به اکين جو سيلاب نه سڪو آهي.

اسين پٿرن تان گهمي رهيا آهيون. انسان جي قرباني ۽ ٻلدان جو لقاءُ ڏسي رهيا آهيون. گينا، اسانجو روسي دوست گذريل اتهاس جا ورق اسانجي اڳيان کولي رهيو آهي. مهنجو دوست وامق جونپوري ۽ مان تازي اتهاس جا پنا پڙهي رهيا آهيون. چوڌاري بي — پناه خاموشي ڇانيل آهي. اسانجو ذهن سن آهي، دل ۾ پوڙ آهي. گينا جا چپ هلن پيا، پر آواز اسانجو ذهن جهٽڻ کان ناقابل آهي... گينا ڇهين حواس سان اها ڳالهه پروڙي ٻاهر نڪرڻ واري دروازي طرف مڙي ٿو وڃي. اسين هن جي پٺيان جهٽ گهلجندا پيا وڃون. گاڏيءَ ۾ ويهڻ کانپوءِ اسين ڪافي وقت تائين ڪار جي پوئين حصي ۾ سانت ويٺا آهيون. جنگ جي هيبت اسانجو پيڇو ڪري رهي آهي. انسان خلاف ڪيل بربريت اسانجي اندر ۾ ڪجهه سڙي وڃڻ جو احساس پيدا ڪري رهي آهي...



گينا هڪ سياڻو دوست آهي. هو اسان جي من کي پڙهي اڳاٽڻ لاءِ چوي ٿو، "ڏسو اڄ اسين ليننگراد جي مشهور ريسٽورنٽ ۾ باقي شام گذارينداسون ۽ کاڌو به اتي ئي کائينداسون."

مان پڻ ويٺل وامق طرف نهاريان ٿو. هو اکيون پوري ڪجهه گڻگڻائي رهيو آهي، "وامق ڀائي، ڪيا، ڪونا ڪهه رهي هو؟ همين نهين سنائوگي..."

وامق اکيون کولي چوي ٿو، "بابا جي، مهنجي درد جو اظهار ٻڌنداين؟"

"ضرور! پر اُن ۾ مهنجو به درد شامل ڪري ڇڏج."

وامق جون چند سٽون ڪجهه هن ريت هيون:

صبر، پيڙا، موت ۽ بي پناهه قبرون —
ديش جي سنمان جي بچاءَ جو شان،
ليننگراد جي بي انت شهيد روحن جو
لازوال شعلو —
سندرتا جو اهو جلوو،
گويا زليخا جي آخرين فتح جو روپ —
ليننگراد تنهنجو نالو روح پرور،
يگ پرش جي امرتا جو نشان!

... ... ... ...

جيڏي مهل اسين ريسٽورنٽ جي ٻاهران اچي لٿاسون ته اسان جي من جو بار ڪجهه قدر گهٽيل هو. اندر داخل ٿياسون ته سنگيت جي مڌر ڌن چالو هئي. اسان هڪ ٽيبل جي چوڌاري ڪرسين تي ويهي رهياسون. وامق ويهڻ سان ئي چيو، "آءِ وانٽ ٽو بي ڊرنڪ — مان نشي ۾ جهومڻ ٿو چاهيان."

گينا، ووڊڪا جي ٻن بوتلن جو آرڊر ڏيئي ڇڏيو.

فضا سڄي ٻچ ووڙڪا سان ڀر هئي. چوڌاري انيڪ ٽيبلون والاري نر ناريون جيون جي خوشي ماڻڻ ۾ بي فڪر هئا. جيون جي سڪي جو هي ٻيو پاسو هو، جنهن ۾ مسرت، موڄ ۽ مستي هئي؛ هڪ بيپرواهي ۽ للڪار هئي... سنگيت ٻهرين هلڪو، پوءِ ٿورو تيز ۽ پوءِ اڃا به تيز... مرد ۽ عورتون آهستي آهستي ڪرسين تان اٿندا نرتيه لاءِ ڪليل گهيري ۾ جوڙا ٿي نچڻ لڳا هئا. سندن شرير جي لچڪ ۾ پڻ هڪ سنگيت هو، هڪ دلفريبي هئي...

چوڌاري نظر ڦيرائيندي، ڦيرائيندي منهنجون نظرون هڪ ڪرسيءَ تي اٽڪي بيهي رهيون. دل مان "واهه!" نڪري وئي. سندرتا جو هڪ پيمانو، دل ڏوڙيندڙ روپ! ڀرپور جهڙي اڇي مئڪسيءَ ۾ ملبوس، سرخ چهرو، جهڙو قندار جو ڏاڙهون، گول ڪنڌيل وار ڪلهن تائين ڪريل، اکين ۾ غضب جي شوخي ۽ چمڪ... خوبصورتي پاڻ براجمان هئي. ڪوهه ڪاف جي پرين جون ڏند ڪٿائون شايد هن حسين جسم تان ٺهيون هونديون...

منهنجي ۽ وامق جي ڪرسي اهڙيءَ ڪنڊ تي پيل هيون جو اهو ملوڪ چهرو هن کان به اوجهل نه رهيو. هو به فورن اهڙي ڇوري کان ڇهڪجي ويو هو. چيائين، "ٻاباجي، آپ ني ڪڇ ديکا؟"

مون ظاهري انجاڻائي ڏيکاريندي چيو، "ڪيا؟"

"اڙي يار، تون به ڪو بي حس پٿر آهين. سامهون چنڊ ڪڙيو بيٺو آهي ۽ تون پڇائين ڪاڻ ٿي پيو... ڇا ته غضب جي سونهن خدا بخشي اٿس..."

مون چيو، "وامق جي، ذرا دل کي سنڀالي ويهه. پرديسيءَ جي پريت ته ٻين کان بدنام ٿيل اٿئي..." ٿنم



نه منهنجو آواز ڄڻ هن جي ڪن کي ڇهي به ڪونه سگهيو هو. هو سڄو، سارو، پورو ڄڻ مد مست ٿي چڪو هو؛ سندس جسم ڪرسيءَ تي هو پر جذبات پرواز ڪري رهي هئي... "ڏس ٻاباني، هوءَ مون ڏي نهاري رهي آهي..."

دل ۾ چيم، "خدا خير ڪري!" پر ٻاهران وامق کي چيم، "ادا، تون جو جهومڻ ٿو چاهين ۽ گيدا "جهومڻ ديوي" جو تو لاءِ پربنڌ ڪيو آهي... هاڻي هيڏانهن هوڏانهن جي دنيا کي ڀلجي وڃ نه ته نشو ٽٽي ويندءِ..."

"اڙي يار، تون به ڪو اڻڄاڻ طفل (ڇوڪرو) آهين. هيءَ نه نشي - پي - نشو آهي..." بلڪل اوڏي مهل سنگيت جي غضب جي لئه چالو ٿي وئي. نر - ناريون لئه تي جهومڻ لڳا، سندن انگ انگ ۾ ترنم ۽ نرت هو، مستي فضا ۾ ڇانئجي وئي... مون هن حسينا ڏانهن نهاريو. ٽيبل هيٺان سندس پير به سنگيت جي لئه ۾ ساٿ ڏئي رهيا هئا ۽ سندس چهري جي مشڪ هڪ اهڙو سنگيت هو، جنهن کي ڪو اڄ ڏينهن تائين نالو ڏئي نه سگهيو آهي...

..۽ اوڏي مهل هڪ قداور سهڻي نينگر اسان جي ٽيبل طرف ايندي نظر آئي. مون کي هڪ گمان، هڪ وهم وڪوڙي ويو، پر نه هوءَ مون وٽ نه، گيدا جي ڪرسيءَ وٽ بيهي، کيس ناچ ڪرڻ لاءِ آڇ ڪيائين. گيدا نا ڪار ڪري ڇڏيس. هوءَ وئي. دل ۾ چيم ته هيءَ گيدا ڇا ڪيو! مريادا جي خلاف، ڇوڪريءَ جي قرباني آڇ ٺڪرائي ڇڏيائين. مون کان رهيو نه ٿيو. کيس حجت ڀريو ڏوراپو ڏئي چيم، "تو سٺو نه ڪيو. مرداڻي مريادا جي پڳ لاهي ڇڏيئه."

هو ٿورو کليو ۽ صرف ايترو چيائين، ”مان ٻڌوئيءَ تي آهيان ...“

”ووڊڪا ديوي“ پنهنجو اثر ڏيکاري رهي هئي. وامق واقعي لفظي سطح تي ته جهومڻ به لڳو هو. چيائين، ”گيتا وات!“ گيتا ڪو به جواب نه ڏنو. هن جي گلاس ۾ ووڊڪا جو پيگ لاهي ڇڏيائين. ”ڏس گيتا، هوءَ ته سامهون واري هن ڌرتيءَ جي حُور اٿي ميدان ۾ نچڻ لاءِ آئي ته مان به هن سان گڏ اچي نچندس ...“ اسان ٻنهي ”واهه، واهه“ ڪري تاڙيون وڄايون.

پوءِ اسين ڪافي پيئڻ ۾ گم ٿي وياسون. منهنجون اکيون جيئن مٿي کڄيون ٿي ته سامهون ويٺل حسينا تي ضرور کڄيون ٿي ۽ هن جون اکيون به ڪڏهن ڪڏهن دوچار ٿيون ٿي. سندس نهار به شاهاڻي ۽ دل ڌوڏيندڙ ... ۽ اهي راحت جا ڪڻ ماڻي رهيو هوس ته ساز جيڪي وچم جهوٽو ڪاٽڻ لاءِ اٿي ويا هئا، تن کي ٿڌڙن هٿن وري سجاڳ ڪيو ۽ هڪ تيز ڌن ۾ وڄڻ لڳا. هال وري گونجي اٿيو ۽ ويٺلن جي جسمن ۾ رقص جا ڀاو پيدا ٿي ويا ۽ آهستي آهستي گول گهيري ۾ لهندا ويا ... ۽ ڏسندي ڏسندي سامهون ويٺل ماه - لقا پنهنجي ساهيڙيءَ سان کلندي ڪڏندي اُٿي، گهيري ۾ لهي پيئي ... سندس جسم جو ناز ۽ ادا ۽ اپسرا جي نزاڪت، هڪ مشاهدو هو!

مون چيو، ”ادا وامق، ماه - لقا ميدان ۾ توکي للڪاري رهي آهي. هاڻي اچ ميدان ۾ ...“ وامق هڪو ٻڪو ٿي ويو ۽ چيائين، ”ها اڄ لهان ٿو ... هيءَ پيگ پورو ڪري وٺان ...“ وامق ڪونه اٿيو. هو شايد ذهن ۾ نچندو رهيو ...



اسين ويٺا ئي رهياسون جو هوءَ وڃڻ لاءِ اٿي. سڀاويڪ اسان جون اکيون مٿي کڄيون. محبوباڻي نموني ٿورو جهڪي مشڪي، ڄڻ الوداع ڪيائين. مون ڪنڌ جهڪائي جواب ڏنو. هن جي وڃڻ کانپوءِ واقم چيو، ”ڏس مونکي جهڪي سلام به ڪيائين.“ جڏهن اسين آنند ماڻي ٻاهر نڪتاسون ته واقم منهنجي ڪلهي تي هٿ رکي چيو، ”ٻاباڻي جي، سچ ٻڌايان، هوءَ حسينا مون ڏي نه پر توڏي ئي نهاري رهي هئي ...“

گيتا ڳالهه سمجهندي پوڙهي پاتو، ”اها عورت اوهان ڏانهن نه پر مون ڏانهن نهاري رهي هئي.“

۽ ٽهڪ ڏيندا اڳتي وڌي وياسون.



# اوهين سڀ ننگا آهيو

هوءَ بلڪل ننگي هئي، جونيءَ کان ٻيون ٽائين، صرف چانيءَ مٿان پٽي ٻڌل هيس. جوان هئي ۽ بدن رشت پشت هوس. مان پنهنجن خيالن ۾ وڙهيل، سمنڊ ڪناري منهن اونداهيءَ ويل پنڌ ڪري رهيو هوس ۽ ٽڪڙو ٽڪڙو قدم وڌائيندو پئي ويس. هوءَ ڪٿان پرگهٽ ٿي، ڪيڏي مهل اچي مون ٽائين پهتي، مون کي اُن جي بلڪل سمڪ نه پيئي. مون کي جاڳ تڏهن پيئي، جڏهن اچانڪ پنهنجو هٿ اچي منهنجي ڳرائيءَ ۾ وڌائين. سندس پڪڙ ڏاڍي مضبوط هئي. هن اوچتي حملي تي آءٌ ٽمڪجي ويس... شايد ڏڪي به ويس! پنهنجي من - سرير جي حالت جو ڪهڙو بيان ڪريان! اهو منهنجي زندگيءَ ۾ پهريون ئي پيرو اهڙو حادثو هو.

هوءَ منهنجي ڳرائيءَ کي سوگهو جهلي بيٺي رهي. رڳو "ٽمال... ٽمال... ٽمال" لفظ سندس مکه مان پئي نڪتو. انهيءَ شبد جي تهه ۾ سمايل درد جو سيسرات، هوا جي جهونڪن ۾ پرجي، فضا ۾ ڦهلجي ٿي ويو.

ڪي پل ته آءٌ پنب پهڻ ٿيو بيٺو رهيس ۽ پر پوءِ جلدي هوش سنڀالي، ڪروٽ ۾ پرجي، مون "ش... ش" ڪئي، بلڪل اهڙي نموني، جيئن ڪنهن گندي شيءِ کان ڪنارو ڪرڻ ۽ گهرڻا ڏيکارڻ لاءِ ڪبو آهي.

جڏهن منهنجي بار بار ناپسنديءَ جو اظهار ڪرڻ

بعد ۾ هن منهنجي ڪرائيءَ تان پنهنجي گرفت ڍلي نه ڪئي ته غصي ۾ ڪيس ڌڪو ڏنو ۽ جهٽڪي سان پنهنجي ڪرائي ڇڏائي، هڪ ٻئي شخص جيان تڪڙي وک وڌائي، اڳتي نڪري ويس. منهنجي دل ڌڪ ڌڪ ڪري رهي هئي. پسينو ۾ اچي ويو هو ۽ بدن ٿڌو ٿيندو پئي ويو. پٺيان نظر ورائڻ جي به همت ڪانه ٿيم، گويا ڪو ڀوت پيڇو ڪري رهيو هو!

ڪافي اڳتي نڪرڻ کانپوءِ منهنجي ڊپ جو احساس گهٽيو، دل ساڳئي رفتار سان هلڻ لڳي. تڏهن ڀيرن ڀيرين پاڻ تي سوچڻ شروع ڪيم: ڪيڏو نه بهادر شخص آهيان مان! هڪڙي عورت اچي پاڻهين کان جهليو ته مان سڄي جو سڄو ڏهي اچي پٽ پيو آهيان. مون اڄ هڪ عورت کي ڌڪو ڏئي، پاڻ ڇڏايو آهي، ڄڻ هوءَ مونکي کائي رهي هئي! ڪهڙو نه بهادريءَ جو عمدو مثال پنهنجي جيون ۾ ليکي ڇڏيو اٿم! اها ڪهڙي من - اسٿتي هئي؟ اهو ڪهڙو ڊپ جو احساس هو؟ ڇا جو ڊپ؟ ڪنهن جو ڊپ؟ اهڙي ڊپ جو بنياد ڪهڙو هو؟ ڇا مان ان عورت جي زندگيءَ کان ڊڄي ويو هوس؟ ڇا آس - پاس کان لنگهندڙ انسانن جون حيرت يا نفرت واريون نظرون، جيڪي ان وقت منهنجي مٿان پئجي رهيون هيون، سي منهنجي ڊپ جو ڪارڻ هيون؟ يا اهو اڪل ڊپ ته نه هو ته مٿان ڪو آواره شخص اهڙي حالت ۾ منهنجي تصوير نه اتاري وٺي ۽ پوءِ منهنجي اخلاق تي حملو ڪرڻ جو پوَ ڏئي، مونکي بليڪ ميل نه ڪري! ائين به نه ٿي سگهيو ٿي ته اهو منهنجي من جي ڪوڪلي شرم جو احساس هجي، جنهن مونکي ڇرڪائي ڇڏيو هو!

اهڙا گهڻائي دليل پاڻ سان ڪندي به، منهنجي من کي

تسڪين ڪانه ملي ۽ پنهنجي ذاتي شرمناڪ وهنوار لاءِ ڪانه سمجهاڻي يا حجت موزنگي پنهنجي پريشان حال مان ٻاهر ڪڍي نه سگهي.

اهو واقعو منهنجي من تي ايترو نه حاوي هو جو مان واپس گهر ئي، ساڳئي رستي کان نه، پر ٻئي رستي کان موٽي آيس. ان لاءِ ته متان نه وري ساڳي حالت ۾ اڙجي وڃان.

گهر پهتس ته خاموش هوس. جيتوڻيڪ پاپ جو احساس ڏيري ڏيري ختم ٿي چڪو هو، پر منهنجو من شانت نه هو. پاپ جي جڳهه تي گناهه جو احساس اڀري رهيو هو. پنهنجي ڀلمانسائيءَ جو ڀرم چڪناچور ٿي چڪو هو. گناهه جو احساس زهريلو ناڳُ پيدا ڪندو آهي؛ اهو ڏيري ڏيري منهنجي من سرير کي جهنجهوڙي رهيو هو. ور ور ڪري صبح وارو درشيه، منهنجي سامهون ڦري ٿي آيو ۽ مان پنهنجي ڪرم تي ڌڪار محسوس ڪرڻ لڳس. اهو سڄو ڏينهن مون پريشان حال ۾ گذاريو. من ٻيءَ وجهڻ لاءِ ڪمري جي ڪنهن نه ڪنهن وستوءَ تي اک ٽڪائي ٽڪيندو رهيس، هڪڙي وستوءَ تان نظر هٽائي، وري ٻيءَ تي ٿي اٽڪايم. اهو سلسلو سارو ڏينهن جاري رهيو، پر اندر جي لوچ کي ڏڍ ڪو نه مليو ۽ من اندر غلغلو جيئن جو تيئن جاري رهيو.

... ... ... ...

ٻئي ڏينهن روزاني نيم مطابق سنڌري سمند ڪناري گهمڻ لاءِ نڪتس. من تي پاپ ۽ شرم جو هڪ گڏيل احساس هو. اڄ ٿڌ پڻ ڏاڍي هئي. ڪالهه واري حادثي جي وري ٿيڻ جو امڪان به، تصور ۾ اڀري رهيو هو.

مان هوريان هوريان هلندو، اچي بلڪل ساڳيءَ جڳهه تي پهچي رهيس. چوڌاري نظر ڦيرائي ڏٺم، ڪيڏون پاسا جاچيم ۽

پريان، جتي سمنڊ ڇوليون ماري رهيو هو، اوڏانهن به نگاهه ورايم ٿي. پر ڪالهه واري عورت مونکي ڪٿي به نظر ڪانه آئي. ڪنهن کان سندس ڏس پتو به پڇي نٿي سگهيس. اهڙي بي حيائي ڪيئن ٿي ڪري سگهيس ۽ ان قسم جي اجنبي عورت جو ڏس - پتو ڏيڻ وارو هو به ڪير؟

اوچتو منهنجي اندر مان سوال اڀريو ته مان ان عورت جي تلاش آخر ڪهڙي ڪارڻ ڪري رهيو آهيان؟ آءٌ ڪالهه به ان کي تڪو ڏيئي، پاڻ ڇڏائي ڀڳو هوس! ڇا منهنجي من ۾ پڇتاءُ جو احساس هو يا ڪانئس ڏوهه بخشائڻ جي مراد هئي؟ اگر اها عورت اڄ وري پنهنجي ساڳي حال ۾ اچي منهنجي سامهون بيهي ته، آءٌ سندس ننگائپ جي دهشت سهي سگهندس يا ڀڄي جان ڇڏائيندس؟ انهن سوالن ۾ الجهندي، آءٌ هاڻي وري هڪ نئين وهم ۾ مبتلا ٿيڻ لڳس ته، مونکي حقيقت ۾ اهڙي عورت سان پوري همدردي هئڻ گهرجي ۽ سندس حالت تي درد محسوس ڪرڻ گهرجي، ان لاءِ ڪجهه سوچڻ گهرجي ۽ سندس بيوسيءَ واري زندگيءَ جي ڪهاڻيءَ جي تهه ۾ وڃڻ گهرجي. جيتوڻيڪ مون اهو به ڄاتو ٿي ته، اها عورت اهڙن همدرديءَ جي جذبن کان گهڻو مٿي چڙهي چڪي آهي، هوءَ دک، پيڙا، لڄ کان بيمک ٿي چڪي آهي ۽ مان رڳو پاڻ کي پرچائڻ لاءِ اهڙيون ڳالهيون سوچي رهيو هوس.

اڄ وري دل ۾ بيو خيال آيو، اندر ۾ چيم، ”چڱو ڀلا مان مڃان ٿو ته مون هڪ اخلاقي گناهه ڪيو آهي، پر اهو ڏوهه ڇا مون تي حالتن طرفان مڙهيو نه ويو هو؟ ڇا مان اهڙي گناهه کان پاڻ آجا ڪرائي سگهيس ٿي؟ پاڻ ڇڏائي ڀڄي ته وڃان ها ته بيو ڪهڙو رستو هو ان حالت مان نڪرڻ جو؟

مان سندس لڄ به ڍڪي نٿي سگهيس. سندس احساس کي به سمجهي نٿي سگهيس. سندس ” ڌمال ... ڌمال ... “ لفظن اندر ٻڌل ڀاونائن کي به پروڙي نٿي سگهيس. آءٌ کيس ڪو به سهارو نٿي ڏيئي سگهيس، ته پوءِ مان ڇا ٿي ڪري سگهيس ؟

... ... ... ...

مان ڪيترو چاهيندي ۽ جتن ڪندي به، اُن واقعي کي وساري نٿي سگهيس، ڇو جو مان پنهنجو روزانو سمنڊ ڪناري گهمڻ جو نيم ڇڏي نٿي سگهيس ۽ انڪري ساڳئي هنڌ تي پهچي، اُن درشيه کي ڀلجي به نٿي سگهيس. اُتي پهچڻ بعد وري هيڏانهن - هوڏانهن نهاري، ان عورت کي ڳولڻ جي اڃا کان به پاڻ بچي نٿي سگهيس! ان ريت اهو واقعو منهنجي جيون سان ڳنڍجي ويو هو. اُن عورت جي تڙپجي منهنجي نيم شعور ۾ داخل ٿي وئي هئي. مان هن جي دکدائي جيون بابت، سوچيندو رهندو هوس. منهنجي ذهن ۾ ڌار ڌار قسم جون ڪهاڻيون ٺهنديون رهنديون هيون. هڪڙي ڪهاڻي ٺاهي، وري اُن کي ميساريندو هوس ۽ ٻي گهڙيندو هوس. انهن ڪهاڻين جا تاڃا - پيٽا ٺهندا - ڊهندا پئي رهيا ۽ پر ڪا به ڪهاڻي راس نه آئي.

... ... ... ...

۽ پوءِ هڪڙيءَ رات جو جيئن مان سمهيو پيو هوس ته هوءَ منهنجي گهر ۾ گهڙي آئي!

مان بلڪل حيرت ۾ پئجي ويس ۽ پر هن ٻيري مان ڊنس ڪونه. مون پنهنجي مٿان اوڍيل اڇي چادر لاهي کيس ڏني، جيئن هوءَ ٻالڪي ڇوڪري طرح ڍڪي ڇڏي. هن منهنجو چوڻ مڃيو. مون کيس سامهون واري صوفا تي ويهڻ لاءِ چيو. اهو

ٻ مھيائين. ڪجھ دير اسان ٻنهي وچ ۾ خاموشي قائم رهي؛
ٻڌ منهنجي اندر ۾ تيز واولو جاري هو.

آخر مون اٿاولو ٿي ڪاڻس پڇيو، "تنهنجي جيون ۾ ڪهڙي دردگهٽنا ٿي آهي جو تو پنهنجي حيات جو پردو هٽائي ڇڏيو آهي؟ ضرور اهڙو ڪجھ ڀيانڪ ٿي ٿيو هوندو..."

منهنجي ڳالھ ٻڌي هوءَ ڪجھ دير نه سسڪندي، ڳوڙها ڳاڙيندي رهي. خاموشي... خاموشيءَ ۾ سندس سخت ٿي ويل هردو، رجندو، وهندو رهيو. هن جي اکين مان اها اوس ڇگو وقت جاري رهي. نيٺ منهنجي هرهر زور ڀرڻ تي هوءَ ڇلڪي پيئي ۽ حيرت وچان مون ڏانهن نهاري چيائين، "تون منهنجي ڪهاڻي ٻڌڻ ٿو چاهين؟ ڪهاڻي هڪڙي نه آهي؛ منهنجون سوين ڪهاڻيون آهن! مان اڪيلي نه آهيان مون جهڙيون سوين ٻيون به آهن! اسانجون اهي ڪهاڻيون تو هان مردن جي بد صورتيءَ جون ڪهاڻيون آهن؛ اوهانجي ننگي وحشانت جون ڪهاڻيون آهن!... مان هڪ ڀلي ڀر غريب گهر جي نينگر هيس. مون پنهنجي خوبصورت جواني ڪٽي، ڪنهن پرش جي محبت جو سهارو ورتو. مون پنهنجو سڀ ڪجھ کيس ارپڻ ڪري ڇڏيو، مون پنهنجون سڀ خواهشون ۽ تمنائون سندس خوشيءَ لاءِ قربان ڪري ڇڏيون، پر ڪوئي فائدو نه ٿيو، مرد جي وحشت ڪي ڪا سيما ٿي ڪانهي، ڪا مريادا، ڪو انت ٿي ڪونهي!... پوءِ هڪ ڏينهن مون مٿان مارڪٽ شروع ٿي. سندس گهر جا ڀاتي به ساڻس شامل ٿي ويا. مان ڀڄوس، ٻي سهاري ڪٽجي ويس - منهنجي ذلت ڀري زندگي شروع ٿي. مان ستم سهندي رهيس. پر ستم ڀري جيون ڪاٽڻ جو حق به مون کي ڪو نه هو. اهو حق به مون کان ڇنڻ جي ڪوشش ڪئي وئي.

ٻهران ته مونکي خودڪشي ڪرڻ لاءِ مجبور ڪيو ويو، مگر مان پنهنجي جيئڻ جو حق ڇڏڻ لاءِ تيار نه هئس ... ۽ پوءِ؟ پوءِ جيئن ٿيندو آهي، تيئن ٿي ٿيو. جن کي پنهنجو ڪيو هوم، پنهنجي زندگيءَ جو سهارو سمجهيو هوم، سي مونکي ڪاٺيءَ تي سهاري جلائڻ جون تياريون ڪرڻ لڳا! مونکي اها سڌ پنهنجي وٽي ته منهنجو ڪفن تيار ٿي رهيو آهي. ۽ هڪ ڏينهن سڀ پنج جيئن ٿي منهنجي مٿان گاسليٽ هاريو ويو، تيئن مون سڀني کي تيلها ڏيئي، گاسليٽ بدل ڪپڙا لاهي ڦٽا ڪيا. هدن سڀني پاڻين کي ”ننگو“ ڪري، مان گهر کان ٻاهر نڪري آيس. پوءِ مون وري اهي وستر نه پاتا! جيڪا شيءِ استريءَ جي حياءَ پڪڻ جو ساڌن آهي، تنهنکي به اگر اوهين مرد سندس موت جو واهڻ بڻايو، ته پوءِ اهي وستر استري اوڍي ٿي ڇو؟ هڪ ٻيوس عورت مٿان اُن حالت ۾ ڇا وهي گذريو هوندو سو تون مرد ذات ئي، چڱيءَ طرح سمجهي سگهين ٿو. منهنجي هيءَ انساني جيون نه آهيءَ پر مان پنهنجو انت آڻڻ به نٿي چاهيان. اوهانجي پوڄنگ تان پردو هٽيل ٿي چڱو آهي ...“

ائين چئي هوءَ اٿي ۽ چادر لاهي زور سان منهنجي منهن تي ڦهڪائي هنيائين. مون کيس اپلا يو نه گهٽ ۾ گهٽ چادر اوڍي، هوءَ پنهنجي ننگائپ کي پڪي. جواب ۾ چيائين، ”مان ننگي ته آهيان، هيءُ اوهان جو اصلي روپ آهي، اوهين سڀ ننگا آهيو ...!“

مان پوءِ به چادر کڻي سندس طرف وڌيس پر هوءَ دروازي سان نڪري، هيٺ زمين تي ڪري پيس!



# درستيون

| صفحو | سٽ | غلط | صحيح |
| --- | --- | --- | --- |
| ٩ | ١٩ | م — ن | مون |
| ١٦ | ٤ | ويو | ويئي |
| ١٩ | ٣ | مهنجي | مهنجن |
| ٢٢ | ٣١ | هلڪ | هلڪو |
| " | ٢٢ | مون | مان |
| ٣٠ | ٢٦ | ويرن | و يرئن |
| ٦٠ | ٢٤ | اکين | کين |
| ٦٣ | ١١ | هيء | هوء |
| ٦٩ | ٢٦ | ا | يا |
| ٧٢ | ٢٢ | ا | آڳ |
| ٧٣ | ٢٤ | تو | تون |
| ٧٦ | ٣ | اڇلي | اڇلجي |
| ٧٦ | ٢٦ | سالن | سالن جو |
| ٧٨ | ٢٢ | لهرن ون | لهرون |
| ٨٠ | ١٨ | علاو دين | علا دين |
| ٨٥ | ١ | سان | سندس |
| ٨٦ | ٧ | چاراني | چار آني |
| ٩٠ | ١٠ | جو | جي |
| ١٠٤ | ٢ | اڏامڻ | اڏائڻ |
| ١٠٥ | ٨ | آڇا | آڇا ڏيائين |
| ١١٣ | ١١ | وڳوڙي | وڳڙي |
| " | ١٤ | ڪان | ڏان |
| ١٢٤ | ٢٠ | آهي | اٿم |
| ١٢٦ | ٢٠ | ڏڪرن | ڄڀرن |
| ١٢٧ | ٨ | ٻامن | ٻامڻ |
| ١٣٣ | ٢ | ڏنو | ڏنم |

# ڪيرت ٻاٻاڻيءَ جي ساهتڪ پورهي

**ڪهاڻيون :**
* هوءَ (۱۹۵۶)
* درد جو دل ۾ سمائجي نه سگهيو (۱۹۶۶)
* نه ليلي نه مجنو (۱۹۸۷)
* اوهين سڀ ننگا آهيو (۱۹۹۳)

**ناٽڪ :**
* سوريءَ سڏ ڪيو (۱۹۷۲)

**تنقيد :**
* ادب ۾ قدرن جو سوال (۱۹۷۴)
* اوڪ ٻوڪ (۱۹۸۱)
( تعليم کاتي طرفان انعام حاصل ڪيل )
* سنڌي ڪهاڻي ورهاڱي بعد (۱۹۸۴)
* ٻيهي منجهه ٻاتار (۱۹۸۵)
(آرميڪ چنائيٽيءَ ۾ ٻهريون انعام حاصل ڪيل)

**مضمون :**
* اَمن جي اُفق ڏانهن (۱۹۷۸)

**جيوني :**
* لينن دنيا جي عظيم انقلابي شخصيت (۱۹۸۰)
(سوويت لئنڊ نهرو انعام حاصل ڪيل)

**سفرنامو :**
* جيڪي ڏٺو هو مون (۱۹۸۲)
(سوويت روس جي ياترا)

**لوڪ ڪهاڻيون :**
* اَٻول راڻي (۱۹۸۲)

**ايڊٽ ڪيل :**
* چونڊ سنڌي مضمون (۱۹۸۱)
* سنڌي لوڪ ڪهاڻيون (۱۹۹۰)
(ٻئي مجموعا ساهت اڪيڊميءَ طرفان ڇپايل)

**ترجما :**
* ماءُ (ناول) مئڪسم گورڪي (۱۹۵۸)
* ڳولي (ناول) ملڪ راج آنند (۱۹۶۰)
* اهڙن لڪ لباس (ڪهاڻيون)

**اڻڇپيل :**
* جيون جي ٻيڪ ڪي (آٽوگرافيڪل ناول)
* آخر ڇيت اسان جي (ڏهڪاو ناٽڪ)
* اجهو ڏيهن ٿيو (ليک، تقريرون، ملاقاتون)



# AWHEEN SABH NANGA AHIYO

SHORT STORIES

**KIRAT BABANI**

Rare Photograph of The Author Published In A German Magazine During The World Peace Congress At Prague In 1980.